
غاي آ عشق
با منهنجو
شاعري
شاعر
حافظ محمد نظاماڻي
مُرتب
عبدالجبار "قاسم" نظاماڻي
نظاماڻي پبليڪيشن ماتلي ضلعو بدين

# باغي آ عشق منهنجو

( شاعري)

## حافظ محمد نظاماڻي

مُرتب

## عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي

نظاماڻي پبليڪيشن — ماتلي ضلعو بدين

ڪمپوزنگ : شاهنواز ٽالپر

ڊجيٽل ايڊيشن:

2017ع

سنڌ سلامت ڪتاب گهر

”انسان غلطين جو گهر آهي، ويسر سندس فطرت ۾ شامل آهي. اُن ڪري انسان جي لکت غلطين کان پاڪ ۽ صاف نہ ٿيندي. وس آهر ڪوشش ڪبي آهي تہ بهتر کان بهتر ڪيو وڃي. ڪٿ ڪا بہ غلطي هجي تہ ڪمپوزر پاران سمجهو ۽ نشاندهي ڪجو.

شاهنواز ٽالپر
ڪمپوزر
سنڌ سلامت ڪتاب گهر
sntalpur@gmail.com

## سنڌسلامت پاران :

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو نئون ڪتاب ”**باغي آ عشق منهنجو**“ اوهان اڳيان پيش ڪجي ٿو. هي ڪتاب سنڌ جي باغي شاعر **حافظ محمد نظاماڻي** صاحب جي شاعريءَ جو مجموعو آهي جنهن جو مرتب عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي صاحب آهي.

علي پور جي مدرسي ۾ محمد قرآن مجيد حفظ ڪيو، ۽ حافظ محمد جي نالي سان سڃاڻجڻ لڳو. ان ڪان پوءِ واپس ڳوٺ ويو جتي مجازي عشق جي وَرَ چڙهي ويو ۽ شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. اچانڪ سندس طبيعت خراب ٿي پيئي، گهڻي علاج ۽ دُعائن ڪان پوءِ سندس طبيعت ۾ سڌارو آيو. مجازي عشق ڪان ٿڙي معرفت جي منزل ڏانهن راغب ٿيو، جنهن رڳي ريٽو ڪيس ۽ حقيقيءَ جي منزل ماڻيائين. سندس قلب تان ڪٽ لهي صاف ٿيو. حافظ صاحب، غاصبن، غدارن، بي ضميرن، جابرن، ظالمن، بخيلن، بزدلن، منافقن، لوڀين ۽ لالچين تي پنهنجي شاعريءَ ۾ لعنت ۽ ملامت ڪئي آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2006ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2015ع ۾ نظاماڻي پبليڪيشن، ماتلي پاران ڇپايو ويو. سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي هن ڪتاب لاءِ ڪيترين ئي فرمائشين ٿيون جنهن ڪري هي ڪتاب ڪمپوز ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ٿورائتا آهيون پياري دوست، سنڌ سلامت جي مانواري ميمبر، بدين سان تعلق رکندڙ **شاهنواز ٽالپر** جا جنهن ڪتاب ڪمپوز ڪري سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ پيش ڪرڻ لاءِ موڪليو.

اوهان سڀني دوستن، پائرن، سڄڻن، بزرگن ۽ ساڃاهه وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رهنمائي جو منتظر.

**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**
**books.sindhsalamat.com**

# فهرست

## نثر


| | |
|---|---|
| مهاڳ | محمد عالم نظاماڻي |
| لاڙ جو لعل | مولوي حافظ محمد رمضان مهيري |
| ڪجھ آئون بہ چوان | عبدالرزاق مهيري |
| حافظ نظاماڻي- لاڙ جو سچل | عزادار حُسين خواجہ |
| جاکوڙي جوان | منصور منظور نظاماڻي |
| ڏات نہ پُڇي ذات | پروفيسر خادم حسين کوسو |
| سرس سوايو | ايم. ايم اشهدالله جڳسي |
| مُرتب پاران (دفعو پهريون) | عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي |
| مُرتب پاران(ٻيون دفعو) | عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي |


### مناجات


1.جي مالڪ سچاتو ٿئي تہ پوءِ محتاجي ڇا جي آ

2. سيئي وس سائين جي آهي خدا

3. اي يار مون تي قياس ڪر

4. ڪجھ نہ ڪجھ مون تي، وري تون قياس ڪر

5. تون پنهنجو ننگ سڃاڻ پرين


### نعت


6. جڏهن آيو نبي منهنجو تڏهن ٻيا ننگ بدلجي ويا

7. بخشيم توکي ڀلا بهشتي ڏٽي اوري تہ اَچ

8. ساري حُسن جو سردار تون آهين

9. مُحمد جي صدقي ميٽي ڇڏ مدايون

10. سدره المنتهیٰ تي جو هلي تنهن کي نہ ٿو سمجهين

11. اونداهي ۾ ڏس تون، اندو ڪونہ ڏسي ٿو يار ڏيئو

12. خدا لڳِ ۽ خدا ڪارڻ مدد ڪج مصطفیٰ منهنجي

**حافظ جي حُج**


13. رضوان مون کي روڪيو، دوزخ جي در مٿي آ
14. منهنجي نظر جي سامهون واه جا نظارا نڪتا
15. منهنجي حال مٿان حيوان رُنا
16. آهين حرم تون پاڻ حبيب
17. برھ ياڳُ منهنجا اَچي ڪِيا پلا
18. خلق سڄي آ خودي ۾ قاتل، بي خود هڪڙو آئون بنيس
19. منهنجي جسم جي ڏس جَهلڪَ
20. مٿي آ عشق جي منزل
21. جتي انصاف پورو آ اُتي ايمان آندو اٿم
22. خالي هٿن سان آئون، هٿيار تنهنجي هٿ ۾
23. تون خدا تنهنجي خدائي، آئون خلقيل خاڪ مان
24. آهيان آڪاش جو مالڪ ڊِڪا ڌرتي تي پيو ڪايان
25. عجب تُنهنجي دَرَ جي عنايت ڏٺي مون
26. نينهن ڪيس ناچاڪ اديون
27. بَرهُ جي زره پائي، هر وار کي سٺوسين
28. پاڻ جنهن شئي جا گهورا آهيون
29. ڪنهن کي ڏمر ڏيکارين، ڪنهن کي سبق سيکارين
30. اسين پنهنجي بيهڪ تي ڏَسُ آهيون بيٺا اجان تائين
31. جتي رات آهي اتي ڏينهن بہ ايندو
32. اسين عشق وارا عقل ڪونہ چاٽو
33. نڪو مَلڪ آهيان نڪو آهيان ماڻهو
34. خبر نہ آهي تہ هيڏي خلق ۾ منهنجو خدا هڪڙو
35. اٿم ذات ظاهر مگر آهيان مخفي
36. پُنگ وٺڻ لئہ ڪئي تو بازي
37.خاڪ جي چپٽي کٽي، پنهنجي خدائي تو ڪَئي
38. خون جو هڪ خاص قطرو تيءُ ڪِريو، جڏهن خاڪ تي
39. رُوئاڙي هٿن سان، ڪرين رُعب مون تي
40. سچ پچ تہ هن سنسار ۾ مُنهنجي صدا پُڏجي نہ ٿي

41. جنت جي تقاضا آهي مگر دوزخ جي شڪايت ڪير ڪري

**صوفي ازم**

42. اڄاڻ بِسمل جي پر ۾، ڪو ڏنم بي داد بيٺو آ
43. سڀ علم لئہ منهنجا ادا، هڪ عشق جو اکر پڙهہ تون
44. ڪيو عشق اِهو اَحسانُ سڄڻ
45. مٿي عرش کان آ محبت جي منزل
46. هر مذهب ۾ تُنهنجو هُلُ
47. الفت جو آهي آدم، سينگار ٿيو صدين کان
48. باغي آ عشق منهنجو، تنهنجي ئي باب کان
49. تُنهنجي قدم هيٺان شل روز ڪسون
50. منهنجي وجود ۾ روز وَسينِ
51. مُنهنجي نينهن ڪَئِي نندِ آهي حَرامُ
52. منظور تنهنجو نور، هو آدم جي آڙم
53. منهنجي زره پرين، توکان زور آهي
54. شايد شراب خاني ۾، اڄ ڪو امام آهي
55. اڳي جنت کسي، هاڻي جيئڻ جو، حق بہ تو کَسجي
56. بوتل شراب جي، هي مون لئہ، بُري تہ ڪانهي
57. منهنجو شراب نئون آ، تُنهنجي شرع پراڻي
58. ڪو آ رحمان جي پاسي، ڪو آ پيگوان جي پاسي

**سماج/ معاشره**

59. زندگي پاڻي بہ آ ۽ زندگي پيڙي بہ آ
60. صداقت کي سرو کاٺي ويو آ
61. مردار تقاضا کي مڃڻ مون نہ سِکيو آ
62. پراڻي جاءِ کان پري نئين حرم کي سجدو آ
63. اسان کي کپي ٿو ادب ۽ حيا
64. وقت جي ويڙهاند کي سمجهي سگهون ٿا
65. ڪمزور بدن کي آ سهاري جي ضرورت
66. ادب ۽ حيا جو نالو جتي هوندو اُتي هوندس

67. واھ جمهوريت تنهنجا جُج
68. مُنهنجي جاڪوڙ ڪي جو ٿو سمجهي جبر
69. جنهن نہ سڃاتو قدبت منهنجو، سو ڇا سمجهي منهنجو قول
70 نہ ڪو خاص آهيان نڪو عام آهيان
71. آئون ٻچپڻ کان بي چين آهيان
72. پرائي جُتي ۾ اسين پير پايون اهڙا ڪونہ آهيون
73. ڦِريا بہ ناهيون ڦُريا بہ ناهيون
74. اسان کي راھ ۾ جيڏيون رڪاوٽون آهن
75. تون بي ضمير آهين تڏهن ٿيو امير آهين
76. نتيجو ڇا بہ نڪري پر انسان ٿينداسون
77. ايڏو بہ سستو ناهيان جو تون وٺي سگهين
78. نڪو شهر وارن سان هوندي شڪايت نڪو ڳوٺ وارن سان ڳالهيون ڪبيون
79. اڇو گپ ڇڪ منجهان نڪري سنئون سُبتو ڪوس گس ڳوليون
80. غريبن جا جيڪي غمخوار سڏائين
81. هجن نانگ ڪارا تہ مرليون کڻون ڪي هتي رڳو ڳوهون پيون ڦوڪون ڏين
82. اسين بہ جي حرام کي حلال چئون وٺي پئون
83. ڪُتي ٻلي جو زخمي ناهيان
84. ڪٿي ٻاٽ رومن کي برقعو پيل آ ڪٿي ڇو اگهاڙو بدن آهي ڪنوارو
85.جنت جو آهيان شهزادو
86. نہ ڪو پنهنجي مرضي سان پيدا ٿياسون، نہ ڪو پنهنجي مرضي سان يار مربو
87. هتي ڏينهن سارو جي سجدا ڏيان ٿو تہ ماني جو ملهہ ڏس مون کي ڪير ڏيندو
88. وڏو جتي واڪ لڳي ٿو
89. اسين نہ ڪنهن جي اڇر پڇر ۾ ازل کان آهيون اڏورا ماڻهو
90. سوچ جي ڪنهن سفر ۾ مون کي ساٿ ڏيو
91. ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪن جي فضيلت پيا سکن ماڻهو
92. جتي اسان لئہ جهان سارو حجان وانگي هُجي تہ پوءِ
93. وڏيري جي در تي وڃڻ آ گناھ
94. وڪوڙي پيٽ جو واڳون وٺي ويو وِير ۾ آهي
95. شهيد ٿي ويو سڳورو سرمد اڃان بہ ساڳيون سماج آهي

96. ساڳيون لاٽون سَاڳئي ڏور ساڳيو ڦِيرَڻ وارو آهي
97. اسين هن دنيا جي حقيقت ڏسي
98. اڃان ڪنهن ڪنهن راتن ۾ روزي کُلي ٿي
99. ويو نانگ آهي نڪري، ليڪو پيو يار ڪٽجي
100. رسڻ واري جهل ڪانهي ملڻ واري جهل ڪانهي
101. نہ ايندن جي آڏو نہ ويندن جي پويان
102. ڪنهين وٽ گوڏ ڪانهي ڪا ڪنهين وٽ روز نئين گاڏي
103. آهيان ڏينهن جو آئون ڏاڍو، سين ڪان، آهي رات مون لاءِ ٿي رُڪ جهڙي
104. ڪير زماني کي ٿو جَهلي

**واقعاتي**

105. پٽائيءِ جا ياتي هتي بک ماري هي پوتار خوني ٻِهاري گهُرن پيا
106. اهو ٻار پئجي ويو پيٽ ۾
107. هاٿي تي ويا آهيون پوڙها
108. ڪاٺ جي پورهئي تي هي ڪنواريون گهر بنا گذران پيون ڪن
109. منهنجي دل ۾ درد آ، اُن کي نہ توجي دُرو ڪِئو
110. پڪ اٿم ڪنهن پاپ جي خاطر توتہ وڏيرا وات پَٽيو
111. جتي علم ادب جي ڪوٽ آهي

**سنڌ/ سنڌو درياءُ بابت**

112. رات جي پيٽ جي اوٽ آئون رڪان ڪونہ ٿيندو ائين
113. اڄ تہ اڄ ايمان کي توري چڏيون
114. خبيث جهڙو خراب چهرو مليو تہ ڪهڙو قرار هوندو
115. آدم ڪان وٺي آذر تائين منهنجو سينو صاف نہ ٿيو
116. هي پاڻي آب حيات جو ٿِئي هن سنڌوءَ ۾ منهنجو ساءُ آهي
117. جو دادلو درياءَ سڏبو هو اڄ تنهنجو ناهي چو ڪو ڏٽي
118. پريس جو رڳو پورائو ٿئي پيو، عمل جو نالو ڪٽي بہ ڪونهي
119. آئون آيو آهيان ساز ڪٽي ڪو اندر جو آواز ڪٽي

**داستان**

120. عمر مِنتُ تنهنجي مجڻ ڪان مٽي آ
121. ظالم تنهنجا زوراور هي ٽوڙيندس زنجير عمر

122. سانگيئڙن ۽ جهانگيئڙن سان ديس وَسي دلدارن جو
123. سُٽي سومرا چڏ نہ هئي سَگ ٽيڻ جو
124. سنگهارن جي صفت مون وٽ سچو ڏينهن سومرا هوندي

**طالبو مُلان**

125. مون زندگيءَ جي موڙ جو هر ذائقو چکيو آ
126. مهند بہ مسلمان هُيس ۽ اڄ بہ مسلمان آهيان
127. وڏا وات ڦاڙيو مون سان وڙهڻ اچين
128. اوهان جو طريقو طالباني

**مجازي عشق**

129. محبت منهنجي ماني آ محبت منهنجو پاڻي آ
130. روش اوهان جي صفا رُکي آ
131. تنهنجي مُنهن ڏسڻ جو گهڻو مُعاوضو آ
132. اسان جي پُهچ کان پيارا اوهانجو پيار اڳتي آ
133. نقاب ۾ سِرنگون اسين نہ ٿا سَهِي سگهون

**شخصيت**

134. هڪ آ ديسي هٽ يار هُيو

**عورت**

135. شرميلي ادا جو بہ شرف توکي مليو آ
136. هو لُڙڪ تہ ڏس لاهياريءَ جا
137. نبي ۽ ولي جنهن جو نيپاج آهي

**انسان**

138. هتي شمع پتنگ جو شان آهيان

**التجا**

139. نہ مون لئہ دوائون نہ مون لئہ دعائون
140. آئون استغفرالله جي عادت تي آهيان

# مُهاڳ

داتا جي هن جُڙيل ڏرتيءَ جي پُٺيءَ تي پکڙيل اربين انسانن ۾ ڪو ڪو ماڻهوءَ موتي داڻو هوندو آهي، پوءِ اهو پلي دنيا جي ڪهڙي بہ ڪاري ڪُنڊ يا غار ۾ جنم وٺي. شهر هجن يا ٻهراڙيون، بلند پهارن جي چٽانن واريون چوٽيون هجن يا سمنڊ جا پيٽ، گجگاهہ ٻيلا هجن يا گهاٽا جنگل، رڻ ۽ پيهو پيهہ وارن شهرن ۾ اُڀ ٽڪرائيندڙ عمارتون هجن، يا برپٽ بيابان، يا ريگستاني رُڃ هجي. اهو امَلهہ ماڻڪ جهڙو ماڻهو جتي بہ چمندو ۽ وڌي وڏو ٿي، هڪ "دُرِ يتيم" موتيءَ وانگر پنهنجو پاڻ مڃائيندو. اهڙو ماڻهو پنهنجي مُدبرانہ، هوشمندانہ، اڪابرانہ، اعلیٰ عظمت، صلاحيت، قابليت ۽ البيلي انداز سان ڪنهن بہ قسم جي بگڙيل، بکريل، بيڪار ۽ بدمزاج معاشري کان بي پرواهہ مُنهن موڙي بيزار ٿي، چڙ اونداهين آسمان وچان چوڏهينءَ جي چنڊ جيان، آب ۽ تاب سان نکري، نروار ٿي بيهندو آهي، پوءِ سچائيءَ واري اڻ مٽ روشنيءَ جي جِيوَت واري جوت جلائي، جهان وارن کي جوين ۽ جوهَر ڏيکاري، هن سنسار ۾ امن ۽ سونهن جي سرسي ڪندو آهي. بنگلا بازارون، باغ بستان، محل ماڙيون، ڌن دولت، عيش عشرتون، ڏک سک ۽ قربانيون هن جي راهہ ۾ رڪاوٽون نہ بنبا آهن، جيئن شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:

يلا نہ پيلين، گهمن باغ ۾،
موڙي مجر ٽاريون، تسيا ڏين تن،
اهڙا ئي آهين، جي بازي ڪٽن ٿا باغ ۾.
(شاهہ)

اهڙو عظيم انسان پنهنجي خداداد صلاحيتن جي بنياد تي ڏيهہ جي ڏُليل، ڏُتريل، ڏڪاريل، ۽ ڏڪايل انسانن لاءِ باعث رحمت، هر حال ۾ سات ڏيندڙ ساٿي، پرجهلو، آسرو، غمخوار ۽ مددگار بنجي بيهندو آهي. منحوسن، حاسدن، بخيلن، بي رغبتن، منافقن، موقعي پرستن ۽ موذين کي مات ڏيڻ سندن مقصد هوندو آهي. اهي ماڻهو پنهنجي پيغام ۽ عمل سان ديس جي دُکي انسانن کي خوشين جي خزانن سان مالامال ۽ منور ڪري ڇڏيندا آهن. جيئن شاعر ڪشنچند بيوس چوي ٿو:

جلي جي ٻين کي سهائو ڏين ٿا
لکين گهور تن تان پتنگا ٿين ٿا.

الله پاڪ طرفان موڪليل سڀ نبي، ولي، صالح، پرهيزگار، صديق، غوث، قطب، ابدال، شهيد، مذهبي رهنماءَ، سخي، سچا صوفي، حق گوُ شاعر، انصاف ڪندڙ بادشاهہ، اڳواڻ، سردار، اديب، سُگهڙ، علم کي عام ڪندڙ عالمہ، استاد ۽ ڪائنات جي پيدائش بقا ۽ فنا بابت سوچيندڙ سڀ انسان هن ڳالهہ جو ثبوت آهن، جي سندن نالا لکجن تہ ڪيئي ڪتاب پرجي وڃن. تاريخ گواهہ آهي تہ ذڪر ڪيل وصفن وارا ماڻهو پنهنجي قول ۽ فعل ۾ سچي سون وانگر صفا صاف ۽شفاف هوندا آهن، سندن صلاحيتن واري ڇِتي ساک جو ڪوبہ علم ۽ عقل وارو ماڻهو انڪاري نہ ٿيندو. هي سڀ سياڳا سرواڻ قومن جو سرمايو ۽ ورثو هوندا آهن. قومون اهڙن فردن تي ناز ۽ فخر ڪنديون آهن. اهڙن املهہ ماڻڪ موتين مان حافظ محمد نظاماڻي بہ هڪ آهي.

حافظ محمد ولد فقير آدم خان نظاماڻي جو جنمہ 1954ع ۾ ڪڙئي گهنور شهر کان ٿي ڪلوميٽر جي فاصلي تي، ڳوٺ سهراب خان نظاماڻيءِ ۾ ٿيو. انهن جو پاڙو زرداراڻي نظاماڻي سڏجي ٿو. شروع کان ئي حافظ محمد نظاماڻيءَ کي ڪنهن اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ نہ ويهاريو ويو هو. اٺن سالن جو ٿيو تہ سندس پيءُ ڪيس ڳوٺان وٺي ماتلي شهر ۾ آيو، ۽ نظاماڻين جي پاڙي واري مدني مسجد ۾ مرحوم حافظ احمد ورياهہ جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو، جتي حفظ واري تختي پڙهيو. ان وقت هيءَ ننڍڙو محمد، جڏهن پڙهائيءَ کان واندو ٿيندو هو تہ مسجد ٻاهران پاڙي جي ٻارن، جوانن ۽ پوڙهن سان بنا حجاب جي رلِي ملي ڪچهريون لايو ويٺو هوندو هئو.

هيءَ سنہ 1965ع جي ڳالهہ آهي، جو ان وقت نظاماڻين جي پاڙي ۾ منهنجو ڪُتر جو ڪارخانو هوندو هو. هيءُ (محمد) واندڪائي ۾ مون وٽ بہ اچي وهندو هو، ۽ عجيب انداز سان فصيح ۽ بليغ زبان سان گوناگون گفتا ڳالهائيندو هو. منهنجي ڪچهري بہ ڪيس گهڻو مزو ڏيندي هئي ۽ مون وٽ بہ ڪافي وقت وهندو هو. آئون ان وقت ئي ڪيس چوندو هئس تہ محمد! تون هڪ ڏينهن هنرمند، عالمہ، شاعر يا اڪابر ماڻهن جي قطار ۾ بيهندين. هيءُ چوندو هو تہ ماما! مون کي مائٽن ڪجهہ بہ نہ پڙهايو آهي، رُڳي قرآن مجيد پيو پڙهان، مون کي سنڌي ۾ پنهنجو نالومس لکڻ اچي ٿو. هن وقت بہ حافظ صاحب پنهنجو نالو ۽ ڪجهہ وڌيڪ لکي سگهي ٿو. ان کان پوءِ حافظ احمد ورياهہ ماتليءَ مان مدرسو کڻي سندس ڳوٺ پرسان علي پور ويو، ۽ هن ننڍڙي ڪُتابي کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. علي پور جي مدرسي ۾ محمد قرآن مجيد حفظ ڪيو، ۽ حافظ محمد جي نالي سان سڏجڻ لڳو. ان کان پوءِ واپس ڳوٺ ويو جتي مجازي عشق جي وَرَ چڙهي ويو ۽ شاعريءَجو آغاز ڪيائين. اچانڪ سندس طبيعت خراب ٿي پيئي، گهڻي علاج ۽

دُعائن ڪان پوءِ سندس طبيعت ۾ سڌارو آيو. هڪ دفعي ٻن ماڻهن سهاري گهٽي مان آيو پئي، تہ اوچتو مجازي محبوب لانگهائو ٿيو. شهر ٻڌائين، مجازي عشق جو پهريون شعر ڏجي ٿو:

نڪو ديدن ۾ دم هوندو، نڪو دلبر جو ڏڪ لڳندو،
نڪي هاٽي نهاريندس، نڪي شاهد ڪي شڪ لڳندو.

مجازي عشق ڪان ٿڙي معرفت جي منزل ڏانهن راغب ٿيو. جنهن رڱي ريتو ڪيس ۽ حقيقيءَ جي منزل ماڻيائين. سندس قلب تان ڪٽ لهي صاف ٿيو. حقيقي منزل بابت چيل شعر هيٺ ڏجن ٿا.

تون پنهنجو ننگ سڃاڻ پرين
مون ڪي معاف ڪري ڇڏ هاڻ پرين

•

عجب تنهنجي در جي عنايت ڏٺي مون
روئڻ راتو ڏينهن جي روايت ڏٺي مون

•

منهنجي نينهن ڪئي ننڊ آهي حرام
ڏنم سجدو سڄڻ کي ڪري عشق امام

حافظ صاحب جنهن ڳوٺ ۾ جنم ورتو، اهو ڳوٺ علم و ادب ڪان پري، انساني اخلاقن وارين وصفن ڪان بنهہ وانجهيل، جاهليت ۽ جهنگل جي تهذيب وارو ڳوٺڙو آهي، سندس ڳوٺ متعلق حافظ خود شاعريءَ ۾ چوي ٿو تہ:

جتي علم ادب جي کوٽ آهي
اهو منهنجو پنهنجو ڳوٺ آهي

حافظ صاحب پاڻ شاعريءَ جي حوالي سان شاهہ عبدالطيف ڀٽائيءَ، سچل سرمست ۽ مولوي احمد ملاح جو مداح آهي، صوفيانہ ڪلام ۾ حافظ صاحب خود پاڻ بہ نرالي ۽ جداگانہ حيثيث رکي ٿو. سندس صوفيانہ شعر هيٺ ڏجي ٿو:

هر مذهب ۾ تنهنجو هُل
توئي خلقيا عشق عقل

•

منهنجي وجود ۾ روز وسين
اَل انسان جو اهنج ڏسين

•

خالي هٿن سان آئون، هٿيار تنهنجي هٿ ۾
دانهن سان مون بہ دنگ ڪيو، ديدار تنهنجي هٿ ۾

حافظ صاحب لاڙ جو هڪ يگانو شاعر آهي، جنهن پنهنجي شاعري ۾ نہ صرف لاڙ پر پوري قوم ڪي جنجهوڙيو، اگهور ننڊ مان اٿاريو آهي. سنڌ ڌرتي ۽ قوم سان جيڪو ويڌن وهي پيو، ان جو کُلي عام ذڪر ڪيو اٿس، جيئن چوي ٿو تہ:

نڪو شهر وارن سان هوندي شڪايت، نڪو ڳوٺ وارن سان ڳالهيون ڪبيون،
اسين فرض پنهنجو نڀاهي ويندا سين، متي قوم ڪي چا مياروں ڏبيون!

•

جو دادلو درياءُ سڏبو هو، اڄ تنهن جو ناهي چو ڪو ڌڻي
چا وارث تنهن جا وڪامي ويا، يا ڪا تن کي واءُ ڪٽي

•

پٽائيءَ جا ياتي هتي بک ماري، هي پوتار خوني بهاري گهرن پيا
ٻُڌي چڏ تون هاڻي انهن کي ڏبي ٻنڌ، جيڪي سنڌ ڏانهن مرض موذي سُرن پيا

حافظ صاحب ڪن شعرن ۾ ڏاڍن ۽ هيڻن جا احوال بي باڪي ۽ بهادري سان بيان ڪيا آهن، مختيار ۽ مجبور انسانن جون عادتون، مجبوريون، فضيلتونءَ فرق ٻڌايا اٿس. جيئن چوي ٿو تہ:

هو لڙڪ تہ ڏس لاهياريءَ جا
ٻڌل ٻار آهن ٻانهياريءَ جا

•

ڪاٺ جي پورهئي تي هي ڪنواريون گهر بنا گذران پيون ڪن
هٿ ۾ هٿڙو حال اهو هر ڪنهن کي ڏس حيران پيون ڪن

حافظ صاحب، غاصبن، غدارن، بي ضميرن، جابرن، ظالمن، بخيلن، بزدلن، منافقن، لوڀين ۽ لالچين تي پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ لعنت ۽ ملامت ڪئي آهي. جيئن چوي ٿو ته :

تون بي ضمير آهين، تڏهن امير آهين
پئسي جو پٽ سڏئي ڪنو خمير آهين.

حافظ پنهنجي شاعري ۾ عورتن تي ٿيندڙ ظلم ۽ ڏاڍ به بيان ڪيو آهي ۽ انهن سان گڏوگڏ سندن حقيقي ترجماني به ڪئي اٿس، جيئن چوي ٿو ته؛

نبي ۽ ولي جنهن جو نيپاج آهن
تنين کي ڏنا سُور سماج آهن

حافظ صاحب مذهبي حوالي سان حمد،نعت، قصيدا ۽ مناجاتون پڻ چيون آهن. جيئن ته حافظ صاحب قرآن مجيد جو حافظ آهي، تنهن ڪري پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪنهن به موڙ تي مذهبي، اخلاقي، ادبي ۽ سچائيءَ جي پهلوءَ کي نه ڇڏيو اٿس، الله پاڪ جي وحدانيت ۽ پاڪ سڳورن جي سنت جو سچائيءَ سان ساٿ نڀايو اڇي. حافظ صاحب انسانيت جي ناطي بابت چوٽ جي شاعري ڪئي آهي. جيئن چوي ٿو؛
ڪنهين وٽ گوڏ ڪانهي ڪا، ڪنهين لئه روز نئين گاڏي
ٻنهي جو ساڃيو آ ڏاڏو، ٻنهي جي ساڃي آ ڏاڏاي.
حافظ صاحب کي شاعريءَ ۾ الله پاڪ اهڙي ته سمجهه، بصيرت ۽ فرواني عطا ڪئي آهي، جو لفظن جو هڪ طرف موتين مثل بحر بي ڪنار جڻ سمنڊ اُڇلي ڇڏي ٿو، ته ٻئي طرف جملن جو ساون جي مينهن مثل وسڪارو لايو ڇڏي. هڪ ئي نشست ۾ سؤ ٻه سؤ شعر چئي وجي ٿو.

حافظ پنهنجي شاعري ۾ لاڙ جي لهجي سان سنڌي ٻوليءَ جا خالص، نج، شانائتا، پُرڪشش، پُرلطف ۽ اهڙا ٺرائتا لفظ استعمال ڪيا آهن، جو ٻڌندڙ دنگ رهجي وڃن ٿا ۽ اهي بيشڪ تمام گهڻو داد لهن.

مون حافظ صاحب جون ڪيتريون ئي محفلون ٻڌيون آهن، پوءِ ڪي رات جو ته ڪي ڏينهن جو. جڏهن به حافظ صاحب محفل پوري ڪري اجازت گهرندو آهي، ته ماڻهن طرفان بار بار يَڪ آواز هي ئي الفاظ ايندا آهن، ته سائين اجا ڪُجهه ٻڌايو. اهي صدائون ۽ آواز بيشڪ سندس لاءِ احترام، اعزاز ۽داد آهن.

حافظ صاحب جون ڪيتريون ئي مجيل شاعرن ۽ سگهڙن سان محفلون، مشاعره پڻ ٿيل آهن. جن ۾ کيس داد جوڳا، ايوارڊ ۽ انعام پڻ مليل آهن. مشهور شاعر مرحوم ابراهيم ”منشي“ حافظ صاحب جي گهڻي عزت ڪندو هو، ۽ کيس پاڻ کان مٿانهون ڪري مڃيندو هو. مرحوم ابراهيم ”منشي“ سان هڪ دفعي مُنهنجي ملاقات، جڏهن رئيس علي محمد خان نظاماڻيءَ ماتلي واري، جي اوطاق تي، ته هڪدم چيائين، ته حافظ صاحب قدرتي ۽ فطرتي شاعر آهي، الله پاڪ شاعري ۾ کيس وڏي عالي ۽ نرالي نعمت سان نوازيو آهي، جيڪا هر شاعر جي وس جي ڳالهه ناهي.

حافظ صاحب جي ڳوٺ کان ٿورو ئي پنڌ تي رئيس الهڏني خان نظاماڻي جو ڳوٺ آهي، جتي رئيس الهڏنو خان نظاماڻي هر هفتي شاعرن ۽ سگهڙن جون محفلون مچائيندو هو. الهڏنو خان نظاماڻي پاڻ به وڏو سگهڙ هو، ۽ استاد غلام حيدر نظاماڻي پڻ مجيل شاعر ۽ سگهڙ هو. انهن محفلن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب بدستور ايندو ويندو هو. حافظ صاحب به انهن محفلن ۾ شاعري جي طبع آزمائي ڪندو هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب ”رهاڻ هيرن کاڻ“ جُلد پهريون ۾ حافظ صاحب جو پڻ ذڪر ڪيو آهي. انهي کان سواءِ ڪوڙ سارن سنڌي ٻوليءَ جي رسالن ۾، حافظ صاحب جي شاعري جا بي بها موتي ڇپجي چڪا آهن، ڪيترن رسالن جي تبصره نگارن کيس لاڙ جو سچل سڏيو آهي.

دل ٿي چاهي ته سوين صفحا هن نوراني چهري، جمالياتي جسم واري سادي، سودي، سباجهڙي، حق گو شاعر، باسُنت بندي جي اسم، جسم، علم، عقل۽ زندگيءَ تي لکي ڇڏيان، جيئن ايندڙ نسلن کي خبر پوي ته سنڌ وقتن به وقتن ڪهڙا اعلىٰ ۽ عظيم انسان پيدا ڪيا آهن.

جس لهڻي مسٽر عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي جنهن سمنڊ جي تري ۾ ٽٻي هڻي، ڳوٺ سهراب خان نظاماڻي جي سُتل سپ جي پيٽ مان هي موتي ڳولي ڦولي ڪڍي ميدان تي آندو. حافظ صاحب جي شاعري گڏ ڪري لکيل نہ هئي، ڪي ماڻهو هن کان رسالن يا ڪتابن ۾ ڇپائيءَ لاءِ شعر وٺندا هئا، ۽ انهن کي زباني ٻڌائيندو هو، جيڪي پاڻ لکي ويندا هئا. هن وٽ ڪو بہ شعر بہ لکت ۾ محفوظ نہ هو. مسٽر عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي حافظ صاحب جي حافظي کي داد ڏي ٿو، ۽ چوي ٿو، تہ هر شعر زباني ياد ڪريو ويٺو آهي. وڏيڪ ٻڌاپائين تہ پهريائين حافظ صاحب راضي نہ ٿئي، پوءِ مس راضي ٿيو. کيس هن مجموعي لکڻ ۾ ڪافي محنت ڪرڻي پئي. مسٽر عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي، جيڪو پڻ هڪ هڪ بهترين ليکڪ، اديب، عالم ۽ علم دوست ماڻهو آهي، جيڪو خاص ڪري لاڙ پٽ ۾ جيڪي بہ اهڙا ماڻڪ موتين جهڙا ماڻهو، سندن علمي ۽ ادبي خزانو گمنام، لِکيو، وِڃايو يا ٽڙيو پکڙيو پيو آهي، انهي کي ميڙي چونڊي گڏ ڪري، موتين جي مالها وانگر هڪ سڳي ۾ سبي نِکار ڏيئي، نروار ڪري وڃايل ورثا واپس ورائي ڏي ٿو. جيئن قوم کي خبر پوي تہ سندن ئي لوڪ جا قيمتي ۽ ڪلادار مرجان ۽ موتين کان مهانگا ماڻهو ڪٿي لِڪا پيا آهن. مسٽر عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي هن کان اڳ ۾ ”لڳي جيءَ ۾ جهوري“ ڪتاب ڇپائي چڪو آهي.

هڪ شاعر يا اديب جومواد حاصل ڪري، هُو بہ هُو سندس مرضيءَ ۽ منشا مطابق ان کي ترتيب ۽ طريقي مطابق تيار ڪري، پريس مان ڇپائڻ ڪا ٻارن واري راند نہ آهي، هيءُ تمام ڏکيو ڪم آهي اها انهن کي خبر هوندي جيڪي انهي ڪم سان واسطو رکندا هوندا.

شاباس هجي عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي کي، جنهن هن ڪم ۾ هٿ وڌو. الله پاڪ کيس اجر ڏيندو، ڇاڪاڻ تہ حافظ جي شاعريءَ ۾ ظالمن خلاف جهاد جو اعلان آهي، مظلومن جي داد رسيءَ لاءِ دعا آهي ۽ پتڪيلن لاءِ روشني ۽ نِجات آهي.

**محمد عالم نظاماڻي**

# لاڙ جو لعل

حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحہ جي فيض مان جن حظ حاصل ڪيو ۽ رڇي ريٽو ٿيا، انهن مان حضرت پير سائينءَ جي تعليمات جو جامع ۽ شارح مقبول بارگاه رب الودود، حضرت خليفہ محمود فقير رح نظاماڻي بہ هڪ آهي. اهڙن بزرگن جي باري ۾ حضرت پٽ ڌڻي فرمايو آهي تہ :

رڇي جي ريٽو ٿيا، ڪين اياڻجن نہ اوءِ،
ڪُنبِ نہ ڪاري تن ڪيِ، جي هالاري هوءِ،
توڙي ڌوپي ڌوءِ، تہ بہ لالي تهين نہ لهي.
(شاهہ)

حضرت خليفہ محمود فقير رح، نظاماڻي برادريءَ مان سهراب خان جي نالي سان سُهراباڻي پاڙو ٿيو. انهن سُهراباڻين جي پاڙي ۾ ٻيو پاڙو زردار اڻين جو آهي، جيڪي پڻ خليفہ صاحب سان برادريءَ ۾ واڳيل آهن. انهن زرداراڻين مان فقير آدم خان جي گهر ۾ هڪ ٻار جنم ورتو، جنهن ٻار جو نالو نبي سائين صہ وارو مِٺو نالو رکيو ويو. ڪنهن کي خبر هئي تہ اهو ٻار اڳتي هلي سچل سائين ۽ ڀٽائيءَ وارو ڏڳ وٺندو. رئيس آدم فقير جي گهر ۾ جنم وٺندڙ ٻار، ڀٽائيءَ وارو گس چو نہ وٺي، جڏهن ڀٽائي رح جي پيرا گهمايل سرزمين ”ڳنڍي درياءَ“ ۽ ”پٺهيل درياءَ“ جو پاڻي پيتو اٿس. حضرت شاهہ عبدالطيف شاهہ ڀٽائي رح جڏهن پٺهيل تي آيو هو، تڏهن پٺهيل سُڪي ويل هو، جو فرمايائون تہ:

پٺهيل تو ۾ پُور، اڳيون آهِ نہ آب جو،
سُڪين کهڙي سُور، پيئي واري وچَ ۾.
(شاهہ)

ٻئي طرف حضرت پير سائين روضي ڌڻي رح جي روحاني فيض ۾ مريد هجڻ جي ڪري، سندس مزاج ۾ ظلم سان بغاوت ۽ ظالم سان مهاڏو اٽڪائڻ، مظلومن جي حمايت ۽ مدد، وطن تان سر گهورڻ ماروئڙن سان محبت واريون ڳالهيون حافظ صاحب جي شاعريءَ ۾ توهان کي جاءِ بجاءِ نظر اينديون. اهو سچو ڪرشمو ان روحاني اثر جو

آهي، جنهن سان حافظ صاحب وابستہ رهيو آهي. حضرت گرهوڙي سائين رح پنهنجي شعر ۾ چيو آهي تہ :

متان ڪائين ڪِڇڻي، حاڪماڻي هنڌان،
رڏي هونداڻون رت ۾، ماري مسڪينا

حافظ صاحب ان شعر تي عمل جي ڪوشش ۾ رُڌل نظر ايندو آهي. معاشري ۾ ٿيندڙ برايون، ناانصافيون ۽ معاشي ناهمواريون ۽ ان سان گڏوگڏ حُسن ۽ عشق جا داستان، سياسي تنظيمن ۽ تحريڪن جا اثر معاشري تي سڌي ريت پون ٿا. حساس شاعر معاشري جو فرد آهي. جنهن تي انهن ڳالهين جو وڌيڪ اثر پوندو آهي. پوءِ حساس دل وارو شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ اهي سيئي رنگ چٽيندو آهي.

حافظ صاحب جي شاعريءَ ۾ هيءُ شعر ان ڳالهہ جو شاهد آهي تہ ڳالهہ هن طرح هئي، تہ سرور پير رح جي ميلي ۾ هڪ حسينا پوپري ڳائي رهي هئي، هن علائقي جو بااثر وڏيرو باز وانگر ان ڪبوتريءَ کي جهٽي وٺي ويو ٿو. حافظ صاحب اهو منظر هنئين چٽيو آهي.

پُوپري پورهيو پي ڪيو، پرمار تيسين اُت پُڳو،
ڳالهہ ڳائڻ جي هلي پي، مون ٻڌو روئڻ رڳو،
اُن ستم تي چو پلا، نہ ٿي سيڪ سرور کي لڳو،
ڪنهن شڪاري ڏِس، جتي ڪيڏو آهي ڪلُور ڪيو.

ڪڏهن ڪڏهن حافظ صاحب پاڻ متعلق بہ شاعري ڪري ويهي رهندو آهي. هونئن بہ شاعري جيڪا مشاهدي کان پوءِ دل مان اڌما ڏيئي نڪرندي آهي، ان جي اهميت مٿانهين هوندي آهي. هڪڙي دفعي حافظ صاحب رات جي وقت ميرپور بٺوري کان سندس ڳوٺ ڏانهن اچي رهيو هو. اسڪوٽر جهمپن ۾ حافظ صاحب کي ڪرائي وڌو، وڏي نقصان کان سائين بچي ويو، پر سندس هٿ ڦٽجي پيو. جنهن تي في البديہ شعر ٺاهيائين، جنهن جا ابتدائي بند ڪجهہ هن طرح آهن.

متان يُلجي بنوري مان، سڄڻ ڪو سج لٿي نڪري،
قضا سان جي ڪري پيو، پوءِ ورهن تائين نہ ڏِڪ وسري.
ائين ئي اوچتو آئون بہ نڪري پيس نومبر ۾،
اها تاريخ ارڙهين هئي وجي ڪِريس وڏي وَرَ ۾،
چڱي ڀلي ڪوررواه چوڪ وٽ ڪائي لڳس خر ۾،
الله ڪري نہ اسڪوٽر گڏ گاڏي سان ڪو ٽڪري.

فارسي زبان جي وڏي شاعر مولانا جلال الدين رومي رحہ پنهنجي شاعريءَ ۾ ”مثنوي شريف“ خود جمع ڪونہ ڪئي هئي. بزرگ وجد جي حالت ۾ شعر چوندو ويندو هو، سندس معتقد اهي لکي ويندا هئا. اهڙيءَ طرح سرتاج الشعراءَ حضرت ڀٽائي رح بہ پنهنجا بيت خود ڪونہ لکيا، پر خليفن ۽ فقيرن، ”گنج شريف“ جي نالي سان اهي شعر رسالي ۾ گڏ ڪيا.

اسان جي ممدوح حافظ سائينءَ جي شاعري بہ ائين آهي. سائين پاڻ ڪونہ لکي آهي، سائينءَ جي شاعري پهريان سائين عبدالرزاق مهيري گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ شروع ڪئي، ان ڪان پوءِ عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي ماتليءَ واري وڏي همت ڪري توهان جي هٿن تائين پهچائي آهي.

حافظ صاحب في البديع شاعر آهي، جنهن کي سوچڻ ۽ لفظن جي بندش جي ضرورت ڌانهن ڌيان ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. لفظ خود سائينءَ جي دل تي تري اچن ٿا. سائين رڳو انهن کي نظم جي روپ ۾ ظاهر ڪري ٿو. حافظ صاحب جي شاعريءَ ۾فطرت جي منظرنگاري، ويڪائو وڏيري جي مذمت، علماءِ سُوءِ، بي عمل مُرشدن کي تنبيهہ، بدمعاش، ٺڳ واپاري سان گڏوگڏ حڪومتي ڪاردن کي پڻ هدايت ڪيل آهي.

سائينءَ جي شاعريءَ ۾ غزل، مولود، مدح، وائي بيت، ڪافيون شامل آهن، مطلب تہ سائين شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. آخر ۾ آئون انهن دوستن جو ٿورائتو آهيان، جن هڙان وڙان ڪري سائينءَ جي شاعريءَ کي منظر عام تي آندو، هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ سان سنڌي شاعري ۾ قيمتي مواد جو پڻ اضافو ٿيندو.

**مولوي حافظ محمد رمضان مهيري**

بجاري شريف، ڪورواهہ ضلعو بدين.

# ڪجھ آئون بہ چوان

اڄ کان اندازن 33 سال اڳ جي ڳالھ آهي، جڏهن آئون عبدالرزاق مهيري، حافظ محمد نظاماڻي، ماتلي جي نظاماڻي محلي واري مدرسي ۾ گڏ پڙهندا هئاسون، ۽ آئون فارسي ڪلاس ۾ پڙهندو هئس ۽ حافظ صاحب شعبہ حفظ ۾ داخل هو. زماني جي حالتن کان بي خبر هئاسون. گڏجي فقر وڻندا هئاسون، ڪڏهن ٿالھ فقر وارو منهنجي مٿي تي ۽ ڪير وارو لوٽو حافظ جي هٿ ۾، تہ ڪڏهن ٿالھ فقر وارو حافظ صاحب هي مٿي تي ۽ ڪير وارو لوٽو منهنجي هٿ ۾. حافظ صاحب جو والد مرحوم آدم فقير نظاماڻي ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو ان سان بہ ڪچهري ٿيندي هئي.

ڪجھ عرصي کان پوءِ اسان جي استاد مرحوم سائين حافظ احمد ورياه صاحب، ماتليءَ واري مدرسي کي خيرآباد چئي "علي پُور" ۾ مدرسو کوليو. حافظ محمد صاحب ۽ آئون سائينءَ سان گڏ علي پُور وياسون. علي پُور ماتلي کان پنج ڪلوميٽر پري آهي. علي پُور کان پوءِ سائين حافظ احمد ورياه صاحب ڊگهڙيءَ ۾ مير محلہ ۾ "مدرسہ مطلع العلوم" ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو. آئون سائينءَ سان گڏ ويس ۽ حافظ صاحب مون کان جدا ٿي ويو. فارسي جو شعر آهي تہ:

ماه مجنون هم سبق بوديم در ايوان عشق
او بسحرا رفت و مادر کو چمہ رسوا شديم

ترجمہ: آئون ۽ مجنون هڪڙي عشق جي اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هئاسون ۽ پوءِ هن وڃي جهنگ وسايو ۽ اسين هتي گهٽين ۾ دربدر پيا ڦرون.

حافظ صاحب شاعري وارو گس ورتو، اڄ حافظ صاحب اها ڳالھ ڪري ٿو، جيڪا لطيف سائين ۽ سچل سرمست ڪئي آهي. ائين سمجهو تہ حافظ صاحب انهن جو ترجمان آهي. جيئن حافظ صاحب چيو آهي.

نينهن ، جيڪي نيش
ڪنڊ ڏنا تن پنهنجا ڪيش

وري چوي ٿو:
برهہ ياڳ منهنجا اڃي ڪيا پلا
ادا عشق کان اڳ هيا هٿ ٺلها

ٻئي هنڌ چوي ٿو:
خالي هٿن سان آئون هٿيار تنهنجي هٿ ۾
دانهن سان مون دنگ ڪيو ديدار تنهنجي هٿ ۾

محبوب لاءِ چوي ٿو:
تنهنجي قدم هيٺان شل روز ڪُسون
تون موت ڏسين اسين منهن تہ ڏسون.

•

سچڻ صدمن سهڻ جي سهپ مون ۾ هاڻ ڪانهي ڪا
تنهنجي مرضي جي ائين آهي تہ پوءِ ڇڪتاڻ ڪانهي ڪا

حافظ محمد صاحب سان منهنجو رشتو اڄ بہ ان مدرسي جي زماني وارو پيو اچي، جتي بہ ملندا آهيون تہ ائين ڀانئيندا آهيون تہ هينئر بہ گڏ پيا پڙهون. جتي بہ حافظ کي ڪو سڏ ڪندو آهي، تہ مون کان سواءِ هو ڪونہ ويندو آهي. هن جو مون سان جيڪو ناتو آهي ان جي ڪهڙي ڳالهہ ڪريان! الله ڪري اها محبت ۽ پيار هميشہ رهجي اچي. (آمين)
جس لهڻي مسٽر عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي جنهن پنهنجو قيمتي ٽائيم ڪڍي هن خير جي ڪم ۾ هٿ وڌو آهي، الله سائين هن کي سگهہ ڏيندو، هن ڪتاب کي ڇپائي عوام آڏو پيش ڪندو. سندس جدوجهد کي سلام آهي.

**عبدالرزاق مهيري**
ڳوٺ مولوي حاجي علي محمد مهيري
ڪڙيو گهنور، بدين
03012845027

# حافظ نظاماڻي- لاڙ جو سچل

جسامت ۽ شڪل ۾ مولوي، جنهن کي مُلان ڏسي فخر ڪن. ڪردار ۾ فقير مزاج، الستي، باشريعت ۽ قلندري. جنهن جي انگ انگ مان سچ ۽ حق جي خوشبو اچي، جنهن کي سچ ۽ حق جو پرچاڪ پنهنجو تاج بڻائين، جيڪو ڪنهن بہ پليٽ فارم شهيدِ انقلاب فاضل راهو جي ورسيءَ جو هجي، ڪو ادبي ميڙاڪو هجي، ڪا موالين جي محفل هجي يا سوالين جو تڏو هجي، يا وري سهڻي ڪردار جي عڪاسي ڪندڙ صادق فقير جي چاليهي جي تقريب هجي. حافظ نظاماڻي ڇاتي ڇڪي پنهنجي منفرد انداز ۾ سماج جي هر بُرائيءَ کي ننِدي، ۽ سماج جي گٽن کي همت بخشي، هر جڳهہ تي محبت جو پايو نظر ايندو ۽ پوتارن جي لچڻ جون کلون لاهيو ڇڏي. رب العزت انهي عظيم شخص کي شاعريءَ جو فن عطا ڪري، مظلومن جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ هڪ اهم مقصد سونپيو آهي. جنهن سان سچائي ڪندي حافظ کي ڏتوسين. هيءَ نہ ڪنهن کان ڊڄي، نہ گهبرائي. ارڏو شخص هميشہ ڪنهن جي پرواھ نہ ڪندي قلم کي رواني ۾ آڻيو، ڪڏهن ”ڪارل مارڪس“ جون سِڪون پيو لاهي تہ:

ڪنهين وٽ گوڏ ڪانهي ڪا، ڪنهين وٽ روز نئين گاڏي،
ٻنهين جو ساڳيو آ ڏاڏو، ٻنهين جي ساڳي آ ڏاڏي.

ڪڏهن تہ ”ڀڳت ڪبير“ جا نياپا پيو ڏي، جنهن مان انسانيت جي خوشبوءَ پئي اچي ۽ اسلامي هم آهنگي نظر ٿي اچي.

ڪو آ رحمان جي پاسي، ڪو آ ڀڳوان جي پاسي،
آئون سجدو اُنهي کي ڏيان، جيڪو انسان جي پاسي.
(حافظ)

ڪڏهن تہ وري ڪٽر پٽي جي منهن تي چماٽ هڻي چوي:

مون کي نہ روڪ واعظ منهنجي شراب کان،
باغي آ عشق منهنجو تنهنجي ئي باب کان.
(حافظ)

وري ڪڏهن تہ شمشيرالحيدري جي پاسي ۾ ويٺي نظر اچي ٿو:

اوهين جي مُڙس ماڻهو ٿيو، تہ دشمن کان درياه واريون،

(حافظ)

بهرحال حافظ نظاماڻيءَ کي جڏهن بہ ڏسان ٿو تہ شمشيرالحيدريءَ جا الفاظ ذهن جي ڪُندن ۾ ٽڪرائجن ٿا تہ دُنيا جو وڏوماڻهو اهو آهي، جنهن جو قول ۽ فعل ۾ فرق نہ هجي، سو حافظ بہ زمان ۽ مڪان کان پاڪ آهي، سُهڻي سنڌ لاءِ عظيم نعمت آهي، جنهن کي پنهنجي ڌرتيءَ سان حد کان وڌيڪ پيار آهي، جيڪو چوڻ کان نہ ٿو ڪيٻائي:

مڪي ۽ مديني جو ڪو مَٽ ڪونهي،

مگر سنڌ بہ منهنجي ڪنهن کان گهٽ ڪونهي

(حافظ)

آخر ۾ ايترو ضرور چوندس تہ ايڏي وڏي ۽ قد آور شخصيت تي لکڻ ڪو سولو ڪم ناهي، آئون جس پيش ڪريان ٿو پياري دوست هم منصب ليڪچرار عبدالجبار "قاسم" نظاماڻيءَ کي جيڪو، هر وقت حافظ نظاماڻيءَ جي خيالن ۽ افعالن کي پني تان لاهڻ (ڪتاب جي صورت۾) لکڻ ۾ مشغول آهي. بقول حافظ جي تہ ٻين نظاماڻين ۾ هيءُ موتي آهي.

حافظ محمد نظاماڻيءَ سچ ۽ حق چوڻ کان نٿو ڪيٻائي، هر جڳهہ تي پنهنجي هستي وجود کي اڳيان آڻيو، وقت جي فرعونن جي لڙٽن کي عيان ٿو ڪري، هيءَ شخص ذات پات کان پاڪ، لاڙ جي تر ۾ "سچل" جي ڪردار جي عڪاسي آهي.

**عزادار حسين خواجہ**

ايم اي سي ۽ ايم فل

قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد

ليڪچرار

گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج ماتلي

# جاڪوڙي جوان

اسان جو اباڻو ڪِرت زميندار پيشو آهي، بابي سان گڏ نندي وهي ۾ ديهه ڪانهيڪي واري ٻني تي ويندو هئس. اتي بابي جو واسطو ڪيترن ئي ماڻهن سان هو، جنهن مان حافظ محمد نظاماڻي اول نمبر تي هو. حافظ صاحب سان ملاقات جو موقعو ملندو هو.

حافظ صاحب سان حُب نندي وهي کان ئي سيني ۾ رکندو پيو اچان ۽ حافظ صاحب جي ڪردار جي حقيقت آئون نندي وهي کان ئي ڏسندو پيو اچان، هينئر آئون جواني واري وهي کان مٿيرو تي چڪو آهيان.

جڏهن سائين عبدالجبار "قاسم" نظاماڻي پهرئين دفع ڪتاب "باغي آ عشق منهنجو" ڇپائڻ جي ڪوشش ڪئي هُئي ته اسان جي ڳوٺ ٽنڊو قيصر نظاماڻي ۾ اچي بابي کي لکيل مواد ڏيکاريو ۽ راءِ ورتي هُئس، بابي اِهو ئي چيو ته حافظ زيرو هو ۽ هاڻ ڪتاب اچڻ کان پوءِ هِڪ ۾ ليکبو.

جڏهن سائين عبدالجبار "قاسم" نظاماڻي ڪتاب "باغي آ عشق منهنجو" ٻئي دفعي ڇپائڻ جو ارادو ڪيو ته سائين عبدالجبار "قاسم" نظاماڻي مون سان رابطو رکيو، منهنجو جڏهن ٻني تي وڃڻ ٿيندو هو، سائين کي ماتلي مان پنهنجي گاڏي تي ڪٺي حافظ نظاماڻي جي ڳوٺ سُهراب خان نظاماڻي ويندو هئس. اتي اوطاق تي ويهي سائين ۽ حافظ ۽ عبدالرزاق مهيري مواد پروف ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڪانهيڪي واري ٻني واري اوطاق تي ويهي مواد ڏسندا هئاسون، ڪڏهن ڪڏهن ته رات جو ترسندا به هئاسون. اهو سلسلو ڪافي قدر هليو. آخرڪار اهو ڪتاب تيار ٿي ويو، جيڪو ڇپجي اوهان جي هٿن ۾ اچي چُڪو آهي. اميد ته سيني پڙهندڙن کي پسند ايندو.

**منصور منظور نظاماڻي**

ٽنڊو قيصر

# ڏات نہ پُڇي ذات

يَلُڪِيا يُوڻن، ڏَڙَ ڪي ڳڌيو ڏُوڙِ ۾،
ڳالهيون ڳهلي لوڪَ سين، پَڌرِ پَئي نہ ڪَن،
ڪا مُلِ آهيِ تَنِ، مون پريان جي ڳالهڙي.
(شاهه صاحب)

ڪي ڪي انسان ڏسڻ ۾ تمام سادا سودا ۽ اڻ پڙهيل نظر ايندا آهن، انهن انسانن جي باري ۾ هر ڪو چوي ٿو، اهي ڪجهہ نہ ٿا ڄاڻن، پر ان جي برعڪس سندن سينو صاف، ٻين انسانن جي ڀلائي لاءِ سوچڻ، هر وقت نصيحت آميز گفتا چوڻ، جهڙا گُڻ موجود هوندا آهن.

اهڙن املهہ انسانن مان حافظ محمد نظاماڻي بہ هڪ آهي، مون پهرئين نظر ۾ بہ اهو ئي سمجهيو هو تہ هي هڪ عام ماڻهو آهي، پر جڏهن ڪچهري ڪيائين تہ مُنهنجا تاڪ لڳي ويا، جو تہ سندس سيني ۾ اٿاهه علم، ڄاڻ، ساڃاهہ ۽ مروت سمايل هئي. جو هو ڳالهائيندو رهيو ۽ آئون چپ ڪري ٻڌندو رهيس. سندس ڄاڻ هر موضوع تي تمام وسيع هئي. پاڻ هڪ بي باڪ، عقلمند ۽ اڏول انسان آغي. خاص طور تي مذهبي ڪٽر پرستي جي خلاف پنهنجي شاعري ۾ واضع طور نمايان ڪئي اٿن.

حافظ صاحب فطرتي شاعر آهي. اها ڪيس قدرت طرفان ڏات مليل آهي ڪڏهن بہ ويهي سوچي شاعري نہ ڪندو آهي. بلڪہ پاڻهي پاڻهي اندر مان آواز نڪرندو اٿس ڪچهري جو ڪوڏيو آهي، جو ويهي تہ راتِ کُٽي، بات نہ ڪٽي. قدرت ڪاملہ اهڙو تہ ذهن ميسر ڪيو اٿس جو ڪچهري جي هڪ ئي نشت ۾ ڪيترا ئي نوان نوان شعر ٻڌائي ويندو آهي. سندس شاعري جا ہہ مجموعہ ”باغي آ عشق منهنجو“ ۽ ”تاريخ آهي شاهد“ نظاماڻي پبلڪيشن طرفان شايع ٿي چُڪا آهن.

**پروفيسر خادم حُسين کوسو**
پرنسپل
گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج ماتلي

# سرس سوايو

سون جو مقام ته پنهنجي جاءِ تي، ليڪن پارس کان سرس سوايو نه هوندو. هر شاعر جي شاعري جي خوشبوءَ ۽ سرهاڻ پنهنجي جاءِ تي، ليڪن لاڙ جي لعل ”حافظ محمد نظاماڻي“ جي شاعري پوري سنڌ ۾ سوايو مقام ماڻيو بيٺي آهي.

اهڙي عوامي شاعر جي شاعري کي مرتب ڪرڻ وارو به ڪم انمول موتي ٿي سگهي ٿو. اهو ئي موتي آهي محترم عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي.

عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي کي جيءَ ۾ اِها ئي لوري لڳل آهي ته سنڌي ادب بابت مواد شايع ٿئي. چاهي اهو ادب جي ڪهڙي به صنف سان تعلق رکندو هجي. عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي چاڻ جي کاڻ آهي. ڪچهري ۾ ويٺو ته ڪانس ڪوڙ سارو نئون مواد معلوم ٿيندو.

هن ڪتاب جو پيو ايڊيشن به نظاماڻي پبلڪيشن ماتلي ضلعو بدين طرفان شايع ڪيو وڃي پيو، جيڪو اميد ته شاعري واري صنف ۾ عوام ۾ مقبوليت ماڻيندو.

**ايم.ايم اشهدالله جڳسي**

ڳوٺ الهرکيو جڳسي

# مُرتب پاران (دفعو پهريون)

هڪ دفعي جيئن آئون اسڪول مان نڪري ڦُليلي جي ڪَپ تي آيس، ته منهنجو دوست محمد عالم نظاماڻي نظر آيو، ويجهو وڃي ڪچهري مچائيسين، بس اجان ڪچهريءَ ۾ محو هئاسين، ته سامهون گس تان هڪ سفيد پوش ريش، سفيد ڪپڙن ۽ اجرڪ جي پٽڪي وارو ماڻهو لانگهائو ٿيو. محمد عالم ڏيان ڇڪائيندي چيو ته اهو مشهور شاعر حافظ محمد نظاماڻي سهراباڻي اٿئي. وقت گذرندو رهيو تقريبن ٻن سالن کان پوءِ سائين محمد اسماعيل ميمڻ ٽنڊي باگي واري تنهن ٽنڊي باگي ۾ مولوي احمد ملاح جي ياد ۾ ڏينهن ملهايو. تنهن جي مونکي، دعوت ڏياري موڪليائين. آئون عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي، مسٽر عزيز ”پارس“ ۽ سائين معظم علي خاصخيلي انهي مانائتي ادبي محفل ۾ شريڪ ٿياسيون. اها محفل لارينس مدرسہ، يعني گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽنڊي باگي جي هڪ هال ۾ منقعد ڪئي ويئي هئي. انهيءَ محفل ۾ ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“، تاج جويو ۽ حافظ محمد ۽ ٻڻ ٻين ڪترن ماڻهن شرڪت ڪئي هئي. تقريرن جو سلسلو ختم ٿيو ته شعر واري نشست هلي حافظ محمد نظاماڻي جو نالو آيو، جنهن پهريون غزل هيءُ پڙهيو:

ڪنهين وٽ گوڏ ڪانهي ڪا، ڪنهين لاءِ روز نئين گاڏي،  
ٻنهيءَ جو ساڳيو آ ڏاڏو، ٻنهيءَ جي ساڳي آ ڏاڏي.

ته محفل ۾ واه واه ٿي ويئي. جيئن حافظ صاحب غزل ٻڌائيندو ويو تيئن تيئن محفل مچندي ويئي. حافظ صاحب غزل ٻڌائيندي پاڻيءَ جي طلب ڪئي تاج جويو صاحب خود پاڻي جو گلاس ڀري حاضر ڪيو. ان ڪان پوءِ ظهر نماز جو ٽائيم ٿي ويو. حافظ صاحب مسجد طرف هليو ويو ته آئون ٻہ نماز لاءِ اٿيس. رستي ۾ اسان ٻنهي جي ملاقات ٿي، هڪ ٻئي سان حال احوال ڪندا مسجد ۾ داخل ٿياسون اها اسان جي پهرئين ملاقات هئي. ان ڪان پوءِ ملاقاتن جو سلسلو شروع ٿيو. مون ساڻس شاعريءَ کي لکڻ بابت حال اوريو، ته پهريائين ماٺ ۾ ٻڌي ويو. آخر آئون نہ ڇڏ ٿي پيس. چوندا آهن ته لوه کي لوه ڪٽي سو مڃي وڌائين. ان ڪان پوءِ ماتليءَ ۾ نظاماڻي محلي جي اسڪول ۾

حافظ صاحب سان شام ملهائي ويئي. جنهن ۾ محلي جي ماڻهن ۽ شهر جي سيني اديبن شرڪت ڪئي هئي. ان کان بعد ڊاڪٽر ربنواز نظاماڻي محلہ ۾ صافظ صاحب سان رهاڻ ملهائي، جنهن ۾ ڪميونٽي جي اڪثر ماڻهن شرڪت ڪئي. اها محفل رات جو هڪ وڳي تائين هلي جنهن ۾ سوالن جوابن جي نشست بہ هلي.

آخرڪار هر آچر تي حافظ صاحب جي ڳوٺ وڃڻ شروع ڪيو جتي حافظ سان ملاقات ڪري شعر لکڻ شروع ڪيم. انهي منزل ۾ مون کي ڪيترائي ڏک ڏاکڙا، سفر جون تڪليفون سهڻيون پيون چوندا آهن تہ جان، مال ۽ وقت ڏيئي جنهن بہ شئي تي لڳندا تہ ان جو وجود پيدا ٿيندو. سو الحمدالله، حافظ صاحب جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو تيار ٿي چڪو آهي جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

ڪيترائي تنقيد نگار صاحب اها تنقيد ڪندا تہ ڪتاب ۾ ڪافين، غزلن، گيتن، وائين، مناجاتن، نعتن ۽ مدحن کي الڳ الڳ ڇو نہ لکيو ويو آهي، جيئن تہ حافظ صاحب جي شاعري ايتري تہ حق پرستي واري آهي، جو گهٽ علم وارو ۽ گهٽ سمجهہ وارو مولوي تہ ڪيس ڪفر جي فتويٰ هڻندي دير نہ ڪندو، ڪن شخصيتن تي تہ اهڙي تنقيد ڪئي اٿس، جو ڪيس مارائيندي بہ دير نہ ڪن. قومي درد ۾ تہ قوم پرستن کي بہ مات ڏيئي ويو آهي. ڪامورن تي اهڙا چوهہ چنڊيا اٿس جو متان خطري جي گهنٽي نہ وڃي وڃي. ويڙهي رومال ۾ هڻڻ جي مصداق تحت، عنوان جي بغير سندس شاعري ڪتاب ۾ پيش ڪئي ويئي آهي. انشاءَالله، جي حياتي ساٿ ڏنو ۽ ماحول سازگار رهيو تہ سندس شعرن جي شرح جو ڪتاب تيار ڪيو ويندو.

ڪتاب جي تياريءَ ۾ جن ساٿ سلامت نڀايو، تن جو ذڪر ڪندو هلان، اول نمبر تي عبدالرزاق مهيري آهي، منهنجي ڪميونٽيءَ ۾ محمد عالم نظاماڻي، محمد رحيم عرف ڪِڪا نظاماڻي، ڊاڪٽر ربنواز نظاماڻي، سائين ولي نظاماڻي، منظور ۽ منصور نظاماڻي (ٽنڊو قيصر) ۽ مسٽر نورالامين نظاماڻي، شوڪت نظاماڻي، عزيز "پارس" ۽ محمد بخش نظاماڻي جا نالا سرفهرست آهن. منهنجن پيارن دوستن مان مسٽر محمد ايوب سنڌي پڻاڻ بہ تعاون ڪيو. منهنجي شام جي ڪچهريءَ جو مور ماڻهو مرحوم غلام محمد لغاريءَ جو ذڪر بہ لازمي آهي، منهنجي اسڪول جي عملي ۾ مسٽر شاهد راجپوت، مسٽر غلام فاروق راجپوت بہ سرفهرست آهن. قابل عزت محترم مولانا نعمت الله الاهي، محمد يوسف مهندو ۽ عبدالرزاق صاحبان بہ ذڪر جي لائق آهن.

الرزاق ڪمپيوٽر وارن جو ته کهڙو ذڪر ڪريان سي ته منهنجي متي جا موڙ آهن انهن جي مڪمل تعاون کان سواءِ هيءَ انمول ڪتاب جو مارڪيٽ ۾ منظر عام تي اچڻ محال هو.

اميد ته هيءَ ڪتاب عوام ۽ خواص کي پسند ايندو، ۽ سنڌي علم و ادب جي نظم واري حصي ۾ اهم جاءِ والاريندو.

دعائن جو طالب

**عبدالجبار "قاسم نظاماڻي**

نظاماڻي پاڙو ماتلي، ضلعو بدين.

# مرتب پاران (ٻيو دفعون)

ڪنهن ٻه ڪتاب جي ٿوروئي عرصي اندر مارڪيٽ مان ماڻهن جو خريد ڪرڻ ۽ ڪتاب جو اڻلڀ ٿي وڃڻ، اها ان ليکڪ، شاعر، مرتب ڪندڙ ۽ پبليڪشن جي وڏي مڃتا سمجهبي ۽ چئبي.

اهڙي نموني سان شاعر حافظ محمد نظاماڻيءَ جو پهريون ڪتاب "باغي آ عشق منهنجو" هٿو هٿ وڪامجي ويو ۽ مارڪيٽ مان ٻه ختم ٿي ويو. اهو شاعر حافظ محمد نظاماڻي مرتب ڪندڙ عبدالجبار "قاسم" نظاماڻي ۽ نظاماڻي پبليڪشن لاءِ وڏو اعزاز آهي.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ، ڳوٺن، وسندين ۽ شهرن جي دوستن، عالمن اديبن شاعرن ۽ ليکڪن طرفان اهائي سدا يا گذارش پئي آئي ته حافظ نظاماڻي جو پهريون ڪتاب "باغي آ عشق منهنجو" ٻئي دفعا شايع ڪيو وڃي. ماڻهن جي حافظ سان حُب ۽ پڙهندڙ جي چاهت جي اميد تي پهريون ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سڏاري ۽ واڌاري سان وري ٻه نظاماڻي پبلڪيشن ماتلي ضلعو بدين جي طرفان شايع ڪيو پيو وڃي.

ٻئي ڇاپي ۾ شاعري کي ترتيب سان موضوع وار فقري، مناجات، نعت، حافظ جي حُج، صوفي ازم، سماج معاشرو، واقعاتي، سنڌ، سنڌو درياءَ بابت، سنڌ جا لوڪ داستان طالبو مُلان، شخصيت، عورت ۽ التجا ۾ ورهايو ويو آهي، جيئن پڙهندڙن کي آساني ٿئي، ڪٿي ڪٿي نظمن جي هيٺان فوٽ نوٽ ٻه لکيا ويا آهن، هن ڪتاب ۾ ڪيترو ئي نئون مواد ٻه شامل ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب جي تياري ۾ جن ساٿ ڏنو، انهن ۾ اول نمبر تي منصور، منظور نظاماڻي ٽنڊو قيصر وارا آهن، عبدالرزاق مهيري شروعاتي پروف ريڊنگ ۾ مدد ڪئي، آسي زميني وري ٻه سڄي ڪمپوز ٿيل ڪتاب جي پروف ريڊنگ ڪئي.

منهنجي ڪاليج جي عملي مان جن جي مشاورت شامل رهي، انهن ۾ پروفيسر مير حسن عرف سليم پرڳڙي پروفيسر اعجاز حسين نوتڪاڻي، پروفيسر محمد حسن کوسو، پروفيسر اشهدالله جکسي ۽ پروفيسر عبدالجبار جمالي جا نالا قابل ذڪر آهن،

ڊاڪٽر آزاد قاضي ۽ پروفيسر ڊاڪٽر غلام محمد لاکو جا ڏنل مفيد مشورا به شامل حال رهيا.

مزمل صديقي هن مواد کي ڪمپوز ڪيو الرزاق پرنٽرز جو مالڪ منظور احمد جوڻيجو ۽ سندس ڀاءُ محمد خان عرف ”مور ساگر“ سڄي ڇپائي واري ڪم جا نگران رهيا.

اميد ته هي ڪتاب پڙهندڙن کي پسند ايندو.

**عبدالجبار ”قاسم“ نظاماڻي**
ليڪچرار گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج ماتلي
03026225351

# مناجات

جي مالڪ ڪي سُجاتو ٿَئي، تہ پوءِ محتاجي ڇَا جِي آ
رَکيو ان سان جي ناتو ٿَئيِ، تہ پوءِ محتاجي ڇا جي آ

عجب مون ڪي ٿيندو آهي اوهان جي يَر عبادت تي
هِنيئين ۾ حقَ ڄاتو ٿَئيِ، تہ پوءِ محتاجي ڇا جي آ

مُلون آهين تہ محشر ۾، بہ پاڻهين خوار پيو ٿِيندئين
پرينءَ سان پيچ پاتو ٿَئيِ، تہ پوءِ محتاجي ڇا جي آ

قضا جي اڳڪتين ڪرڻ جو، توکي ڪم ڪهڙو؟
جي صورت کي سُڃاتو ٿَئيِ، تہ پوءِ محتاجي ڇاجي آ

جي "حافظ" جهڙي همت ٿَئيِ، تہ پنهنجو حال ڳولي وٺ
قرب جو بند ڪاراتو ٿِئي، تہ پوءِ محتاجي ڇا جي !

***

سيئي وَسَ سائين جي آهي سدا
اسين ڪهڙي اُتڻ ڪَريون پوءِ ادا

نوازش تہ هُن جي نِماڻن تي آهي
سچو بار ڏاهن سِياڻن تي آهي
پلائي اپوجهن اَياڻن تي آهي
اجايو عقل ڏي نہ تون وِک وڌا

انهن جي آ مرضي ڪپي سو ڪَري
ڪندو جيڪو آهي اهو ٿو پري
ڪنهن جي دل ڏکوئڻ کان ٽج تون پَري
متان ان جي دل مان نا نِڪري ندا

متان روح ڪنهن جو رَنجهائي وِجهين
ڪنهن مسڪين کي هِت مُنجهائي وِجهين
پنهنجي ڇُلهہ ٻَرندڙ اجهائي وجهين
خدا جي نظر کان نہ ڪو آ جدا

نيت پنهنجي هر دم نگاهہ ۾ رَکج
فضيلت وارو ڪو سبق سنئون سکج
اها ڳالهہ "حافظ" جي هانوءَ تي لکج
هنئين ساڻ مُنهنجي نصحيت هندا

***

اي يار مون تي قياس ڪر
اڳيان سخت آهي سفر

مُون ڪي گناهن جو تون گس
اي نفس منهجا ڪِيمَ ڏَس
تُنهنجي اڳيان مُنهنجي آ بس
مُنهنجي نہ ڪَج ڪاري قبر

مُنهنجو پرين تِج پاتڻي
اڳي ئي مون سان تي آ گهڻي
شيطان جو گس ڇڏ ڪٽي
ڪر نيڪ مون تي ڪا نظر

تنهنجي ئي تابع ٿي ويس
تڏهن تہ ڀي سڀ کان ويس
تُنهنجي پٺيان لڳي جِيئس
هن عمر جو ڪو ڪو قدر

تون روح ۾ آهين رَکيل
آهين سبق سيئي سِکيل
تُنهنجي ئي ليکي ۾ لِکيل
”حافظ“ جو ڪج سولو حشر

***

ڪجھ نہ ڪجھہ مون تي، وري تو، قياس ڪر
هي پرين، پوري تون منهنجي آس ڪر

ڪي نہ هڙ ۾ آ، هٿين خالي آهيان
بي پهچ ڪي پاڻ تون ئي، پاس ڪر

مغفرت جي مهرباني تو گھُران
مُحب مون تي هي عنايت خاص ڪر

واسطو تُنهنجي وڏائيءَ جو توکي
موت کان اڳي ئي، مون کي تون معاف ڪر

ٻيو سڄو جڳ ويو ڇڏي، پر تون نہ ڇڏ
مصطفىٰ صہ ، صدقي رضائون راس ڪر

خال "حافظ" جو هميشہ تو اڳيان
تون نہ ڪنهن آدم اڳيان اداس ڪر

***

تُون پنهنجو ننگ سُڃاڻ پرين
مون کي معاف ڪري ڇڏ هاڻ پرين

آئون ڪارو ڪوجهو آهيان ڪنو
تُنهنجو رحم ته هر هڪ تي آ پُنو
نا اهل کان جنهن ناهي ناتو ڇنو
اِهو تنهنجو آ اهڃاڻ پرين

نَڪو آئون حساب ڪتاب گُهران
شل تُنهنجي فضل سان تار تَران
تُنهنجي معافي نامي سَاڻ مَران
مون کي ڪونه کپي ٻيو ماڻ پرين

مُنهنجي ٻيڙي تي ڪو ٻاجھ ڪَجو
مون کي هٿ سان هلائي هوت ڏجو
اوهين"حافظ" جا شل حامي هُجو
پوءِ ڪنهن جي ڪيان ڇو ڪاڻ پرين

***

# نعت

جڏهن آيو نبي مُنهنجو، تڏهن پيا نَنگ بَدلجي ويا
آڏي اِسلام جي مَاڙيءِ، بُتن جا سنگ بَدلجي ويا

اڏورو عشق هو اڳ ۾، سچو ٿيو يار سيد تي
نڪو آدم نَڪي عيسىٰ، سمورو بار سيد تي
ولها پي واٽ ۾، وَرَ وسيلو، وار سيد تي
اَحَمد ڇام جي آئي، اڳوٺان اَنگ بَدلجي ويا

نظارو نور جو آهي، بشر جي بات ڪانهي ڪا
رَهائش جت آ رانجهن جي، اتي ڏينهن رات ڪانهي ڪَا
ذڪر هر ڪنهن زبان تي آ، تہ اهڙي ذات ڪانهي ڪَا
ٿِيو ديدار جو دؤرو، دنيا جا دَنگ بَدلجي ويا

هَتي ويا سڀ حُسن وارا، جڏهن نِرمل نهاريو هو
مٿي جبرئيل جي جُوءِ، ڪان برهہ تجلو بيهاريو هو
خدا کي روبرو راٺي محمد صہ، مُنهن ڏيکاريو هو
مليو بخشش جو بُل مون کي، رهاٽيون رنگ بَدلجي ويا

اهو "حافظ" جو حامي آ، هِتي ۽ هُتي مُنهنجو هادي
مِلي جَنهن جي مُحابي آ، اسان ايرن کي آزادي
دنيا ۾ دلربا ڪان اڳ، وَهندي هُئي وَيل جي وادي
جڏهن لالڻ لِيئو پاتو، لَڪيون ۽ لَنگهہ بَدلَجي ويا.

***

بخشيم توکي پلاءِ بهشتي ڏَڏي، اوري تہ اَچ
اُمتي پَنهنجا سيئي، عربي ڪٽي، اوري تہ اَچ

لوڪ سپ تنهنجو، لَقب لولاڪ وارا اَچ لَڙي
هِت جُتي تُنهنجي لَئي جَانِب مون جڳهہ آهي جَڙي
تُون نہ موسيٰ جي مثل، جو طور تي آئون ڏيان تَڙي
پيا نہ مون کي اِئين وٽن، جِيئن تُون وَڙي اوري تہ اَچ

جَڳ سچو تولئہ جيئو، نہ تہ اِئين نہ، جانب آئون جِيئان
نِينهن آدم ۽ حوا جو ڪِيئن تہ داٽي تي نِيئان
خواه مخواه اِيڏي خُوشامد بهشت ۾ پيڙو ٿِيئان
ڪالهہ پاٽي ڪنوار ڪِيئن آدم جَڙي اوري تہ اَچ

قُرب جا ڪاغذ ٿَهيا، معراج واري رات ۾
مو جِيهن جو، هو مسئلو محب ملاقات ۾
بخش واپس پوءِ وجان، وائي نہ پي هُئي وات ۾
عيب وارا ڏَڪَ اِتي ڏِيئي اَٿين اوري تہ اَچ

ننگ پريا ڪج نظر، نادان آهيان آئون نَبي
دادلا تو در سواءِ، پئي هَندُ نہ اهڙي دَانهن ڏِبي
پروسي تُنهنجي تي بيشڪ هي بندياڻي بخشبي
ڏِج پيارا پاند ۾، ڪا پنج ڪَڙي ، اوري تہ اَچ

واسطو توکي وجهان ٿو، ڪربلا جي قهر جو
مون پُڌو آهي ذِڪر، زهرا جي پُٽ جي زهر جو

حال "حافظ" ڇَئِي ڏِسو، نورالھدىٰ جي نھر جو
ڪِئين اجايل جي اڳيان، رَت پي ڇَٽي، اوري تہ اَچ

**بزم خليفہ عبدالله نظاماڻي طرفان ڪرڙيو گھنور شهر ۾ مشاعرو ٿيو، جنهن ۾ طرحي مصرع "اوري تہ اچ" رکي ويئي جنهن تي شاعرن پنهنجي شاعري پيش ڪئي ان طرحي مصرعي تي حافظ محمد نظاماڻي سچي نعت جوڙي پڙهائي.**

***

ساري حُسن جو تون سردار آهين
تون تہ ارض و سما جو اسرار آهين

تُنهنجي اکين کي ايڏو آب مليو
نہ ٿي طور سينا جَنهن جو تاب جهليو
تنهن مُحب جو توسان ميلاپ ٿيو
تون شان کهڙي ۾ شمار آهين

جَنهن آڳي کي نہ آهي ڪابہ اَڙِي؟
نہ ٿي توکان سواءِ تَنهن جِي گذري گهَڙِي
جَنهن جي سُونهن ڏسي ويو طُور سَڙِي
تَنهن جي ديدن جو ديدار آهين

تُنهنجا روپ سوين هتي رَنگ ڏِنَم
ڪئِين نگي وڏا توتي ننگ ڏِنَم
توتي دلبر حُسن جو دنگ ڏِنَم
سڀ لوڪ جو تون سينگار آهين

مُنهنجو عرض سُڻي احسان ڪَريو
پَنهنجي دَر جو ڪتي دربان ڪَريو
ڪِيئن نہ ”حافظ“ کي حيران ڪريو
تون حامي جنهن جو هربار آهين

***

محمد جي صدقي ميٺي ڇڏ مَدائُون
اسان جو هُو آهي اَسين هُن جا آهِيون

گناهن ۾ هِتي ئي گرفتار آهيان
مڃان ٿو اي مالِڪ گنگھار آهيان
ڇيو تونہ غم ڪر آئون غفار آهيان
ٻڌُن ڪان مٿي ٻڌ تنهنجا ڪهڙا ڳايون

هرو ڀرو حرامين هَلان مون تي ڪئي آ
مُنهنجي دانهہ دربار ۾ تُنهنجي ۾ وَئي آ
قبوليت ۾ ڇو ڪونہ چاڪاڻ پئي آ
هميشہ تون هِيٺن جُون آنهون اگهائُون

سي برباد ڪر تون جنين مون سان جهيڙو
هلن منهنجي سامهون جيڪي ڪنڌ ٽيڙيو
هميشہ هيٺيلن جو تو ٻيڙو ٻوڙيو
سيد جي ئي صدقي ٿا تو کي ستايون

سواءِ تنهنجي سائين ٻيو سڻ وارو ڪونهي
ٻڌايان ٻئي کي ٻُڌڻ وارو ڪونهي
مدد منهنجي ٻيو ڪو ڪرڻ وارو ڪونهي
ڏيندو تون آهين سوالين کي سوايو

مون کي حق منهنجو تون مالڪ ڏيارج
ڏکئي وقت ۾ تو ڇيو مون کي پُڪارج
پنهنجي نيڪ ٻانهن جي صدقي سنيارج
جيڪي تنهنجي دَر تي ڪن پيا لاءِ لايون
***

سِدرت المنتهىٰ تي جو هَلي، تَنهن کي نہ ٿو سَمجهين
جسم جَبرئيل جو جَنهن هنڌ جَلي، تنهن کي نہ ٿو سَمجهين

علي المرتضىٰ آيو نبيءَ جو نام وَرَ نَائِي
نہ جَنهن جو ڏڪ جَهليو، خيبر قَلعي، تَنهن کي نہ ٿو سمجهين

اڇي ويا قُلف قيامت کي، هَلو سڀ حوض ڪوثر ڏي
پيو جنت جو، هو ڏس در کُلي، تنهن کي نہ ٿو سمجهين

جَليو موسىٰ جبل تي ڪِيئن، اها ڪا جانچ تو آ ڪَئِي
مٿي معراج مُرسل کي مِلي، تنهن کي نہ ٿو سمجهين

خُدا جو سُونهن آهيان خاطي، مگر اکڙيون "محمد" ڏي
آهيان جَنهن جي پيو آئون پَلي، تنهن کي نہ ٿو سمجهين

هلايو حُب جتي حَبشي، هلن پيا ڪيئن اتي "حافظ"
"بلاول" بهشت ۾ پيو يَر جَهلي، تنهن کي نہ ٿو سمجهين

***

اونداهي ۾ ڏِس تون، انڌو ڪونہ ڏِسي ٿو يار ڏيئو
عربي تُنهنجي اکين جي اڳيان، عرش لنگهي ڪِيئن اَڳتي ويو

جَاني جي جمال جو جَهٽڪو، ڪونہ جبل پي يار جَهليو
ماڳ آيو سپ "محمد" ماٽي، هوش عقل سان هوت هَليو
رب چوان تہ بہ رنج نہ ٿيندو، روح الا تُنهنجو ڪيڏانهن رُليو
مُحبت وارن مام پروِڙي، ٻئي ڪي پَتو آ ڪونہ پِيو

عشق وارن جو چاهي علم ۾، قاضي پنهنجا رک ڪتاب
شرڪ ڪفر سان شامل آهيون، ڪونہ سُڃاڻون ڏوھ ثواب
پاڻهي مِٽيءَ مان پيدا ڪيس ڪيئن، جوڙڻ لئہ مون چيو جناب
هاڻي تُنهنجي هڪ نہ ٻڌندس، نِينهن اَلاجي ڪِيڏانهن نِيو

حرف هزارين منهنجي حُسن جا، تونہ پروڙيا ڪي بہ پليت
گرجا مندر ڪِي نہ گذاريئي مِڻ مِڻ ڪرين تون رڳو مسيت
"حافظ" چئي تون ڏس حقيقت، رانجهن آيو ڪهڙي ريت
ڪافر مسلم سپ ڪَنا ٿيا، جڳ سڄو پوءِ ڪنهن لئہ جيئو

***

خدا لڳ ۾ خدا ڪارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ منهنجي
آيو هِت آهين هيئان ڻارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ منهنجي

ڪِناري تائين قابو ڪج، ٻُڏڻ جي مهل ڏ ج ٻَانهون
تُنهنجو ڪم آ جڏا جيئارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ مُنهنجي

ڪِني ڪم ذات ڪمتر تي، ڪَجو ڪا ڪَهل ڪوهيارا
پري ڪان ٻُڏي پُڪارڻ، مدد ڪج مصطفىٰ مُنهنجي

سواءِ تُنهنجي سچا سيد، نہ ٻيو سج ۾ سجهي ساٿي
نماڻيءَ کي اَچجُ نِهارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ منهنجي

وَسيلا ٻيا ٿيا واپس، فقط تُنهنجو وسيلو آ
ڪَجو سڀ ڏينهن سانيارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ مُنهنجي

حشر جي ڏينهن ”حافظ“ کي، پرين پَنهنجي ويجهو ويهارج
آهيان بدڪار بيڪارڻ، مدد ڪَج مصطفىٰ مُنهنجي

***

# حافظ جي حُج

رضوان مون کي روڪيو، دوزخ جي در متي آ
جنت جهنم کان ڇَپئين، تُنهنجو تہ گهر متي آ

پَريان نہ پير رک تون، اوري اچو ادب سان
اڄ ڏيهہ سارو ڏِسندو رهاڻ تُنهنجي رب سان
قيامت ۾ قرب ڏِس تون، سيد هلي پيو سڀ سان
ان جي ئي عشق ۾ ٿيو، منهنجو اثر متي آ

افسوس مون کي آهي، آيو هتي ڪِيئن آهيان
پهراڻ پيار جا ڏِس، پاڻهي سبيو ٿو پايان
عبرت انهي ۾ آئون، لڙڪن جا پَر ٿو لاهيان
ظاهر زمين تي ٿِي، مُنهنجي قبر متي آ

”محمد“ مرادون مون کي، مرشد سان سيئي مليون
روزا نمازون راهي، دلبر ٿو پَرکي دِليون
پئي هنڌ نہ ڪجهہ ٻُڌايون، آسڻ تي سُور سَليون
زم زم کان ان جي هٿ جو، مون کي زهر متي آ

***

منهنجي نظر جي سامهون واھ جا نظارا نڪتا
ورھ جا مُنهن ويڙهيل اڄ سي ويچارا نڪتا

تقدير جو ترانو گهوڙا ڀُڄو مون گس ۾
واپس وران ڪيئن آئون منهنجي نہ واٽ وس ۾
مخلوق ٿي مٿي مان ڪامل آ نہ ٿيا سون ڪس ۾
محبت جا ڏس تون مون مان ڪيڏا منارا نڪتا

آدم جي هٿ اچڻ جو مون کي تون اڄ ٻڌائي
جنت مان ڪيئن هي جوڙي جاني ويئي جند ڇڏائي
ٻاهر جڏهن ٻئي ٿيا ورھ جي وڪ وڌائي
پرٽيل هئا پرين يا ڪامل ڪنوار نڪتا

ڳالهيون ڳجهيون نہ آهن پڌريون پرين پيون پسجن
ڏيئن جا ڏس ڏنڏا تون ديدار ۾ پيون دسجن
ڏس ڏاج جي ڏينهن ۾ مون تي پيا ڏوھ ڏسجن
آڏيون ٻهانو ٻنجي بيشڪ پلارا نڪتا

"حافظ" ادا همت ڪر ٻئي جي نہ هاڻ ٻڌ تون
پردا رکي پريان سڀ صورت کي ساڻ ٻڌ تون
ٻئي جا اکر ٻڌي پوءِ پنهنجا ئي پاڻ ٻڌ تون
ڪنهن جي ئي ڪُن چوڻ سان هي سڀ ڪنارا نڪتا
***

منهنجي حال متي حيوان رُنا
ڪَئين جن و ملڪ انسان رُنا

تو تير هنيا مون کي يار تِکا
مون کاڻ وڏي ته به توسان لَکا
سِر سُوري ڏيڻ هُئي منهنجي سُکا
منهنجو قرب ڏسي تنهنجا ڪانءُ رُنا

تنهنجي نينهن نيهوڙيا نيش ڏٺم
ڪَئين پير فقير نه پيش ڏٺم
تنهنجي دَر تي ڪَئين درويش ڏٺم
سونهن ڏسي سلطان رُنا

جڏهن لوڪ ڏٺو منهنجي لاشي کي
هن تبريزي ته تماشي کي
چيائون خوامخواه مارئي هن ڪاشي کي
مُنهنجو خون ڏسي ڪَئين خان رُنا

تنهنجي اَمر کي اچي هِت عام ڪيم
تي عاشق هت اسلام ڪيم
سِر تُنهنجي اڳيان نيلام ڪيم
منهنجو عشق ڏسي آسمان رُنا

تنهنجي عشق "حافظ" کي هيڻو ڪِئو
پر يار ٻين کان ٻيڻو ڪِئو
تڏهن لوڪ مون کي لاکيڻو ڪِئو
جڏهن ڪان ئي ارمان رُنا
***

آهين حرم تون پاڻ حبيب
حَجَ وڃڻ جا ڇڏ تون حيلا

سوز وارن جو ساٿي سَڏائِين
سُرُ ڏيڻ کان سُر تو وڃائين
عاشق آهين تون تہ عَجيب
ڏوهہ ڪرين پيو ڏِس ڏِسلا

دوست هميشہ تو در آهي
محبت وارو مرد ملائي
نينهن وارن جو نيڪ نصَيب
ورهہ ٿئي تو سيئي وَسيلا

يار سڄڻ ڪي جِنين سُڃاتو
پير پڙ ۾ تِنين آ پاتو
قرب وارن جو ڪُسڻ ڪَسِيب
نِينهن وارن جا ڪَنڌ ئي نِيلا

”حافظ“ پنهنجي ڪر ڪا حفاظت
عشق وارن جي ڏِسُ تون عبادت
قرب وارن ڪي آ يار قريب
نانگا ٿيا ۾ نِروار نَچِيلا

***

برهہ باڳ منهنجا اَچي ڪِيئا ٻَلا
اَدا عشق ڪان اڳ هُيا هٿ ٿلها

آئي سوز سِيَ تي وڌي سوڀ تي
يا صوفي يا سرمد ٻلا ڪوبہ ٽِي
لطف جي هٿن جو وجي لوبَ ٽِي
مٿان گهور جِي تون لاهي ڇڏ ڳِلا

اِنهيءَ ٽَڙ مَٽي ڪَئين تونگر بہ آيا
وڏا پير ڪامل پيغمبر بہ آيا
جنهن کي عشق آتش، سي اَندر بہ آيا
وَجي سسي پَنهنجي سويرو سَلا

اَچي نينهن جو يارو نظارو ڏسو
اَنَ الحق جو عاشق اشارو ڏسو
بهادر بلاول ٻلارو ڏِسو
وڏاءُ وِ ڪ ورهہ ڏي تون ڪجهہ وِيسلا

ڇڏي هوش "حافظ" وڃي ڏِسُ حُسن
پرين سي ئي پَسنديون پيون جي پُڄن
اِنهيءَ قُرب ۾ ڪونہ ڪائڻ ڪُسن
ڪِلي پنهنجي ڪَلڙي وڃين تون ڪَلا

***

خلق سچي آ خوديءَ ۾ قاتل، بي خود هِڪڙو آئون بَنيس
راڄ سچو آ روئڻ ۾ پورو، رَشڪ ۾ هِڪڙُ آئون رَهيس

محبت جو ملهه مون سڃاتو، پيچ پرينءَ سان تڏهن پاتو
مرشد مون کي ڪيو اچي ڇاتو، قالُو بلىٰ ڪنهن تہ چَيس

هُيس آئون پوري ياڳ برهه ڪيو، مُلڪ فَلَڪَ هي ماڳ برهه ڪيو
داڻي جو ڪٽي داڳ برهه ڪيو، عشق آدم کان اڳيئي هُيس

حُسن سندو هت حال ڏِٺوسين، عشق سندو احوال ڏٺوسين
موسىٰ جبل مثال ڏٺوسين، ڏِيکائي ڪا تِر جي ڏِنس

”حافظ محمد“ يار مُلاقي، عرش متي تيو پاڻ اوطاقي
ڪتي خدا ۽ ڪتي تيو خاڪي، آدم جو رُڳو عيب ڏنس

***

منهنجي جسم جي ڏِس جَهلڪ
آئون نہ پر ڦاٽا مَلڪ

ڪعبي اڏڻ تي ڪير هو
شاهي محل جو شير هو
مون سان وِڙهو جن وير هو
تنڪي لڳا کهڙا تِلڪ

نمرود جو ڏِسُ تون نشو
هَنيِئن تير پئي ڪنهن کي ڪَشيو
يڪدم وچي رب کي رَسيو
پُهتو متي هڪڙي پَلَڪَ

شيطان جي ڏِس تون سنگت
قائم ڪَئي جَنهن هُئي ڪُپت
لعنت ۾ هُيس اڳئي لِکت
آيو بهانو هو بَلڪ

آزي ڪري آئون رُوئان
ديدن سان پَنهنجي دل ڌُوئان
آئون چور پئي کي چو چَوان
آهي خدا جي سڀ خَلق

"حافظ" ادا ڪجهہ هوش ڪر
نوڙت ۾ رَک پَنهنجي نظر
ڳولهي لهج دلبر جو در
فرقان ۾ پڙهہ تون فلق
***

متي آ عشق جي منزل
پُڇي ڏس پوءِ پَوندئي ڪَل

برهه برباد ڪِئا جيڪي
آهن آباد سي ڪي ڪي
ڇڏيا آهن سوز جي سي ڪي
سوين تِن ڪي اندر ۾ سَل

عمر ساري ڪرين آزي
ٿئي نه رب اِئين راضي
برهه جي يار هي بازي
ڪٽڻ ڪان اڳ نه ڪنهن تان ڪِل

ڪُڏي پؤ عشق ۾ ڪاهي
لاڳاپا لوڪ جا لاهي
برهه جي ٻار ڪا باهي
جيئڻ ڪان اڳئي تنهن ۾ جَل

چوي ”حافظ“ ڇڏي هَستي
ڏِسو محبت سندي مَستِي
آهي هي عشق الستي
رکي داور آ جنهن سان دِلَ

***

جتي انصاف پورو آ، اتي ايمان آندو اٿم
رڪان هڪ اڪ تي ٿو الله، ٻي تي قرآن آندو اٿم

اوهين سوچيو ٻلي سوچو، اسان جي سوچ هِڪڙي آ
خلافت لئہ خدا ڪنهن کي چيو، انسان آندو اٿم

عنايت ان جي، مُنهنجي عيب جي، پاڻهي خبر پوندي
پڙهي لاتقنطو چوندس، تہ تُنهنجو شان آندو اٿم

فضيلت ۾ تہ پنهنجو فيصلو، اڳ ۾ ئي تي ويو آ
رکي جنهن شرط هُئي مون سان سو ڪٿ شيطان آندو ٿم

مَتائي نفس جو مذهب، تيس ٻي دين ۾ داخل
تڏهن "حافظ" سَڏائي، حق جو اعلان آندو ٿم

***

خالي هٿن سان آئون، هَٿيار تُنهنجي هٿ ۾
دانهَن سان مُون ۾ دنگ ڪِئو، ديدار تُنهنجي هٿ۾

پوري نہ توسان پوندس، مون ڪان پَري رَهين تون
ٿاهي مٿيءَ مان مُون کي، پوءِ چونہ تو ٿهين تون
ڪٿيو قلم قضا جو ڏِس، ڪير پيو ڪُهِين تون
آدم تہ ڪيو اَنگل، پر اِسرار تُنهنجي هٿ ۾

آئِي قَضا ڪُلهن تي، قَابو ڪَريو قلم کي
تُون عرش تي آرامي، مُنهنجي تہ ڏِس آلَمَ کي
فراق جو وَڏيو ڦٽ، هاڻي نہ مڪ مَلم کي
آنهوُن اسان جي وَسُ ۾ اختيار تُنهنجي هٿ ۾

هيڏو نہ پيو ڪو سجدو، هيڏي نہ ٻي سخاوت
رَت ساڻ راند ڪيڏيئي، ايڏي رَکي عداوت
تون سِرُ وَڍِڻ لئہ سنيرين، سُهڻي جي ڏِس صداقت
قاتل جو ڏوھ ڪهڙو، تلوار تُنهنجي هٿ ۾

”حافظ“ هِتي نہ هُوندئين، ڪَرَڪا هُتي هَلڻ جي
هڪ منٽ جي ٻہ مهلت، نہ ناهي هِتي ملڻ جي
رَوئِج پيو رات ڏينهن، ڪانهي دنيا کِلَڻ جي
مُون پَاند پَئِي پُسايا، پيار تنهنجي هٿ ۾

***

تون خدا تُنهنجي خدائي، آئون خلقيل خاڪ مان
عيب مُنهنجا اُت ڏسي، آدم ڪَڍيِئي اوطاق مان

بهشت جي بنگلي اندر، تو دام ۾ داڻو رَکيو
مون ليکي آهي لطف، پر تو اڳيئي مون کي لَکيو
ڏي چَريو ڪنهن جي چوڻ تي، مون اهو چسڪو چَکيو
هو درياءُ ديدن اڳيان، پر مون پيتو ڪنهن ماڪ مان

ڪالهه ڏيا منهنجا قدم، هڪ تون آهين قادر قديم
ٻي نه ٻولي آئون ٻُڌان، شل ٻول اهڙي ۾ ٻَڌِيم
واٽ ناهي يار ويجهي، مِن وِلهي ڏي تون وَڌِيم
راز تو اهڙو رَکيو، ڏي ويئي خطا خوراڪ مان

آئون نه سنيريس تي سجڻ، ڪنهن سانگ صورت جو ڪِئو
هُئس مٽيءَ جي مُٺ آئون، تو مِان مُورت جو ڪِئو
پَڌ هي ڪيڏو پڪيڙي، پاڻ پُورت جو ڪِئو
تون قِرين فرحت اندر، آئون قِران فراق مان

***

آهيان آڪاش جو مالڪ ڏِڪا ڏرتي تي پيو کايان،
ٻُڌايو مؤمنو مون کي هِتي ڪنهن جا آئون ڳُڻ ڳايان

جڏهن کان مون کي جوڙيو ويو تڏهن جاگيرداري هئي،
اوهان آدم ۽ حوا جي ٽوڙي جنت ۾ ياري هئي،
اها ئي دوستي دلبر نہ نوري هئي نہ ناري هئي،
مگر اڄ جي نياڻين تي وڏو الزام مان آهيان.

اڳي حوا کي حق مليو هو هڪدم هُن حڪومت ۾،
هينئر حوا جي حالت ڏِس جُهڪي ويس قد ڪشومت ۾،
نہ پيري تائين آ پَرڻي سڙي ويئي سونهن صورت ۾،
آئون آدم پنهنجي عضون لئہ پيو چوٽين زال چاهيان.

شرح ۽ هُن شريعت ۾ نہ شامل هي شرابي آ،
خدا جي خاص ٻانهن وٽ خودي ۾ ئي خرابي آ،
ٻلي بدنام چئو مون کي مگر هي بوترابي آ،
مِلي جي ٻُل مونکي ميان جي تہ تنهنجي دين تي دانهيان.

ڏسان ٿو روح ڪو روئيندي تہ منهنجو روح روئي ٿو،
تڏهن سوريءَ تي پَر پنهنجا هي ”حافظ“ پاڻ سوئي ٿو،
وڏي سڏ وقت جا جابر توکي هي جوان چوئي ٿو،
ملي جي موت منصوري تہ پوءِ ڪهڙا ڪفن پايان.

***

عجب تُنهنجي دَرَ جي، عنايت ڏِني مُون
رُوئڻ راتو ڏينهن جي، رِوايت ڏِني مون

لڪين مير تو در، مُحب ماندا
ڪُنئي قرب ۾ سي، جيڪي عشق آندا
ورھ جا ويراڳي، وَڏَيا تو هيڪاندا
ڪُهڻ ۾ نہ تو وٽ، ڪفايت ڏِني مون

اَنَ الحق چئي آيا، اوهان جي اڳڻ تي
نہ ڪُرڪيا ڪِنجها، قرب وارا ڪُسڻ تي
ڏِنو ڪَنهن لئہ جَهاتي، جَبل ڪَنهن جَلايو
ڪيڏي زور واري، ضيافت ڏِني مون

هَلي يار "حافظ"، هتي پاڻ آيو
لاتقنطو جو آ اهجاڻ آيو
ڏِسي ڏوھ مُنهنجا سيد ساڻ آيو
هِيڻن جي جنهن وٽ، حمايت ڏِني مون

***

نينھن ڪَيَس ناچاڪ اَديون
اوڪِي عشق جي آ اِملاڪ اَديون

پوري هُئس تہ بہ آهيان پَلاري
عشق کان ناهيان آئون انڪاري
دردن مونکي ڏِني دلداري
هُيس خطا جي خاڪ اَديون

ريءِ قريبن ڪونہ سُڃاڻان
سَوز سوا نہ سونءُ سُڃاڻان
عشق وارن جي اونَ سڃاڻان
حُسن ڪيا جي هلاڪ اَديون

مير ”محمد صہ“ مُنهنجو حامي
ٿيندو حشر ۾ هم ڪلامي
آڳي ڏِني آهيس سَڀ انعامي
لقب مليس لولاڪ اَديون

محبت جو آئون آهيان ماڻهو
گهر ورھ جي آهيان وِڪاڻو
”حافظ“ پنهنجو حال ٿا چاڻو
پُڏي حشر جي هاڪ اَديون

***

برهُ جي زره پائي، هر وار کي سَنوسين
جَنهن ياد ڪِئو نہ مون کي، تَنهن يار کي سَنوسِين

مخمور ٿي بيٺس آئون، محبوب تُنهنجي مَهندا،
اهڙا نہ ڏک سچو ڏينهن، مون کان سواءِ ڪي سَهندا
هر روز، روز مون وٽ رند ڪي نہ رَهندا
اڄ گُل گلي ۾ پاتم، اڄ خار کي سَنوسِين

ماڪي مکڻ جو مونکي ، ڏَسُ ڪينَ ڏي تون ڏاها
رانجهن کي نت رُسڻ جي، آهي اڃئي راها
سڪُ جو سلو نہ سُڪندو، صد بار تون پيو ساها
نِڪَري جنت مان تولئہ ، هن نار کي سَنوسِين

منهنجون مخالفون ڪَئين، شايد ڪندا ڪي شائق
لالڻ اِنهي لطف جو، آهيان اڃيئي لائق
نوابزادو ناهيان، آئون تہ آهيان نائڪ
آدم سڏائي اڄ ۾، آزار کي سَنوسِين

پرواه نہ پَائي جي ٿم، آئون پاڪ پورهيو آهيان
گُل ٻڻجي هت گُلابي، گهايل ٿي گهوريو آهيان
ڳُجهہ جي آهيان ڳُجهارت، چا ڳالهہ ڳوريو آهيان
بخشش جي لئہ بَدين جي، هيڏي بار کي سَنوسين

***

پاڻ جنهن شَيءِ جا هِتي گهورا آهيون
تنهن جا ڳولائو هِتي ٿورا آهيون

پاڻ پنهنجي ويس ۾ پڌرا آهيون
ڪونه ڪنهن جي هَٿَ جا ڏورا آهيون

سمجهه وارن لئه سِتون ٿو آئون لڪان
هونئن ته هر احمق اڳيان پورا آهيون

جي عمل ٿئي ته پوءِ آهين چڱو
نه ته ڏسين پيو گند جا ٻورا آهيون

وقت جاڳائي جَڏيون قومون ڪَئين
تون ۽ آئون ننڊ جا ڪورا آهيون

جي آهين ”حافظ“ تون پنهنجي قوم جو
سمجهه پوءِ سونُ جا تورا آهيون

***

ڪنهن کي ڏَمرُ ڏيکارين، ڪنهن کي سَبَقُ سيکارين
هٽيو تِير پنهنجي هٿ سان، محبت پريا ٿو مَارِيَن

بازار عشق جي ۾، ڪنهن کي آئين پُلائي
رايو رکيو تو پنهنجو، رَب راڄ کي رُلائي
منصور کي سُوريءَ تي، محبت چڙهيو ملائي
گهاٽي اندر ڪي گهڙيون، ڪَنهن ساڻ يار گهارين

هن لوڪ ۾ اَي لالڻ، تو پاڻ کي لڪايو
ڏيئي حُسن جو هوڪو، توئي حُڪم هلايو
آدم ڪان اڳ ۾ آگا، ٻئي ڪنهن نہ سر سَلايو
صورت پَنهنجي کي سهڻا، ڏيو سوز پيو سنوارين

جادو پريو اي جاني، تُنهنجو ڪمال آهي
آيا ڪُڏي ڪُسڻ لئہ، ڪيڏو ڪمال آهي
ٻي واٽ سڀ وڃائج، ورهہ وصال آهي
هٿڙو ڪٽي حُجت تان، هر دم هَنجون پيو هَارين

”حافظ“ جي ناهي توسان، ڪائِي حُجت اي حَاڪَم
مُون ڪَئين گهڻا هتي، ڪِئا آهن گناهہ جا ڪم
هوندين تون ئي هميشہ، آئون تہ خاطي خاڪم
ڪا مهر مون ڏي مولا، وارث جي صدقي وارين

***

اسين پنهنجي بيهڪ تي ڏِسُ، آهِيون بيٺا اجان تائين
اسان جي ڳالهه تي تون وِسهه، آهيون بيٺا اجان تائين

گهٽيون هِيريون ۽ ڦيريون ٿِيون، اسين پَر ڪونہ ڦِرياسين
اسان کي ڪجهہ تہ ڏي تون حس، آهِيون بيٺا اجان تائين

هُجي ها يار جي ڪو ٻيو، تہ پنهنجو پاڻ وَڪڻي ها
اسان تي ناهي ڪنهن جو وَس، آهِيون بيٺا اجان تائين

پرهي تاريخ مون آهي تہ هِر سِٽ ۾ لکيل هو هي
لَڳِي سَچُ کي نہ آهي ڪس آهِيون بيٺا اجان تائين

ٻَلي تون رمز ٻي ۾ رَهہ اسين سنڌ جا هجون "حافظ"
اها ئي ڳالهہ هڪڙي بس آهيون بيٺا اجان تائين

***

جِتي رات آهي اتي ڏينهن بہ ايندو
اڄ بي قَدر پوءِ قدر تو کي ڏيندو

اڳي بهشت دوزخ جا ڏِيا ڏِئي بهانا
پَري ڏِي وِيا سي پُراڻا زَمانا
هِينئر سڀ ٻُڌون ٿا اناالحق جا ڳانا
ٻُڌا ڪيترا سِر پوءِ قاضي ڪَٽِيندو

آئون تُنهنجي جَنت کي ڄاڻان سُجاڻا
آهيون تُنهنجي دوزخ جا پيري پُراڻا
ٻنهي جي گراهڪن جا مَذهب مُلاڻا
ٻنهيءَ جي عَقل تي آهيان مَتو پِٽيندو

اسان پنهنجي پَٽڪي کي پُختو رَکيو آ
اسان پنهنجي اَجرڪ جو نُقطو رَکيو آ
اسان غير سان ڪونہ گُفتو رکيو آ
فقط هڪ الله کي آهيان آئون سڏيندو

جِنهن ٻاڙيءَ ٻاريءَ تي سَجدو ڏِنو آ
ڏِسي منهنجي عظمت هو مونکان ڊِنو آ
مَتان سَمجهي "حافظ" کو کوجهو ڪِنو آ
محمد مٿي کي آهيان آئون مَڃِيندو

***

اسين عشق وار عقل کونہ چاڙو
سدائين صبح کي صبح سان سجاڻو

وِرھ ريءَ اسان جي نہ ٻي واھ آھي
سُڻائڻ کان اڳ تو وڏو وڏو ساھ آھي
مِٽيءَ مان تو مالڪ ڪيو ماھ آھي
ڏِيئو جو ڏيکاريئي اِجھو سو اجھاڻو

نکو دُور دلبر نہ ڪو گڏ گذارين
ڪُڇان ڪِيئن توسان وڏا ڏَنگ ڏيکارين
ھٽيو تير ھٽ ساڻ آ منصور مارين
اَن الحق جو توئي ۾ ڏَسيو ھو اولاڻو

پرين مُنھنجي پورت اوھان جو پيارو
ھُيم ڪانہ ڪا سُڌ سِڪڻ سبُ سيکاريو
متان ھن ويچاريءَ کي وارث وساريو
پرين اَڄ پَسي وڃ ٽيم پَڌ پراڻو

ھَڪل ھاڻ "حافظ" حياتيءَ جي ٻيڙي
ھينئڙ حرص ۾ آ اڳي بھشت يَيڙي
لکيو لوح قلم ھو لقب ڪَيس ليڙي
سزا ڏيئي پوءِ سَڏين تو سِياڻو

***

نَڪو مَلڪ آهيان، نڪو آهيان ماڻهو
سچي جڳ ۾ آهيان سين جو سُجاڻو

رعايت انهي جو، مون تي رئيس ڪئي آ
هِجر ۾ حياتي، تڏهن هيءَ ته پئي آ
اتي جاڳ جندڙا، وهامي نه وَئي آ
وڏي ڏوهه ۾ ڏس، وصل آ وڪاڻو

قيامت جي مون وٽ ڪُنجي قيد آهي
ايندا برهه وارا پڇي ويندي باهي
نفعي ۽ ڇيهي ۾ منهنجو نُرخ چاهي
اتم ياد دل ۾، اِهو اگهه پراڻو

پرايو نه پنهنجو، آئون آهيان پرين جو
لکن جو لُطف ڪيئن نه لاهيان، پرين جو
وجو گيت ڳوليو تو ڳايان پرين جو
انهيءَ پَار مون ڪان، پري ٿيو پُڇاڻو

اِهو حال "حافظ" هميشه نه هوندو
پُڇاڻي جو مون کي پَتو نيٺ پوندو
اچي ڏيڊ ڏُکي جا ڏٺي پاڻ ڏُوئندو
اتم روز ضامن، نه ٻيو زور چاڻو

***

خبر نہ آهي تہ هيڏي خلق ۾، منهنجو خدا ڪهڙو
ٻئي هڪ جوڙ جملي ۾، ڪريان جاني جُدا ڪهڙو

ڏيان سجدو سڄڻ کي ياءِ ڪريان صاحب ڏانهن مُنهن سامهون
انهي ڳڻتي ۾ آهيان آئون، الا ٿيندو ادا ڪهڙو

نمازن کان ويس نڪري، نہ روزن تي رَهان راضي
ڏيئي سر مُون ڪيو سودو، ٻنهي ۾ وَڏ ٻُڏاءَ ڪهڙو

ڪَلامُ الله تي قائم، ڪَليمُ الله تي ڪاوڙ
ويو ڇو طور تي ٽڪڙو، وٺائڻ لئہ وڏاءُ ڪهڙو

ميان ڏس حال "حافظ" جو، نہ هِن پاسي نہ هُن پاسي
مريض عشق مَنجي تي، اِن وڏ ٻيو ادا ڪهڙو

***

اٿم ذات ظاهر مگر آهيان مخفي
پرين کي پِره سان پَلو پايان مخفي

گداگر جو گُهرجون ڪندو پاڻ پُوريون
اوهان کي سُٺائي سگهان نہ سموريون
رَکيم لوڻ لپ ۾ ڪٺان ڪيئن ڪٽوڙيون
اِنهيءَ راز کي پيو اجان راهيان مخفي

نڪو پاءُ پاڻي نڪو ڪجهہ پَچايم
برہ ريءَ نہ ٻيو ڪجهہ ذرو هِت بَچايم
اِنهيءَ نينهن اڳ ڪان گهٽو اڄ نَچايم
وجو دَرُ سندن تي سدا دانهيان مخفي

سدائين سڄڻ جو سلامي سُڃا پيو
بنا حُج جي شل هم ڪلامي سُڃا پيو
نہ ٻيو غرض نڪري غلامي سُڃا پيو
سندن ڳڻ جون ڳالهيون ويٺو ڳايان مخفي

حڪم ساڻ ”حافظ“ اسين هِت هلون پيا
ڪٿي مرد مومن مِٽا ٿيو مِلون پيا
ڪڏهن رات رويو سڄو ڏينهن کِلون پيا
اِئين نِيڻ پنهنجا ويٺو نايان مخفي

***

ڳُنگ وٺڻ لئہ ڪَئِي تو بازي
مون کي روئاڙي ڇِڏئين تون راضي

شرڪ ڪفر جو پڙهيم ڪلمون
دين دنيا تان کنئي آ دل مون
اَوکو آهيان سيني علمون
ڪاوڙجين تون ڪنهن تي قاضي

پار پتا آهن مُنهنجا پورا
مون کي سڄاڻن يار سمورا
طه مزمل، شامل شوراٰ
توبه جي ڏي يار ترازي

حاجت ناهي ڪنهن جي هاٽي
ڄاڻڻ وارو سڀ تو ڄاڻي
موج بيٺو هِت "محمد" ماڻي
عشق سيڪاريس اهڙي آزي

***

خاڪ جي چَپٽي ڪٽي، پَنهنجي خدائي تو ڪَئي
عيب آدم کي ڏِنئي، واحد وَڏائي تو ڪَئِي

شان واري شڪل جوڙي، تو جڏهن شروعات ڪئي
مَلڪ مُقرب سڀ سڏي، مَالڪ ويهي مَملات ڪَئِي
ويس آدم جو ويڙهي، ظاهر تو پنهنجي ذات ڪَئِي
راز اهڙي ۾ رَهِي، رانجهن راجائي تو ڪَئِي

بُت منجهانرا بُت ٿاهي، تو برھ جي بَازي ڪَئِي
ري سبب جيڪو رُٺو، تَنهن رئيس کي راضي ڪَئِي
طلب جو ڏِيئي تَاب تنهن کي، تو دنيا تازي ڪَئِي
گڏ رَهائي ڪي گهڙيون، جانب جُدائي تو ڪَئِي

دنگ داڻي جو ڏِيئي، دلبر سندو ديدار ڪَئِي
بخشيو تو يار بيشڪ، پر پَهرئين بَدڪار ڪَئِي
مُلڪ ساري جي مٿان، مُرسل مِٺو مهندار ڪَئِي
عرش تي "احمد" لاءِ، رب هُئي ، رَسائِي تو ڪَئِي

هَانُ "حافظ" تي وري، دلبر هيڏا دَڙڪا هَلَن
مُحب تُنهنجي مُلڪ ۾ مُحبت وارا ڪِٿ ڪِٿ مِلَنَ
تُون سين جو آهين خالق، تہ بہ سيئي مُون تان ڪلن
هُئس مِٽيءَ جي مُٺ آئون، ڪِيڏي ڪمائي تو ڪَئِي

***

خُون جو هڪ خاص قطرو، ٽِئي ڪِريو جڏهن خاڪ تي
دَانهه مان ذرتي ڇَيو، آگا ڪِرا افلاڪ تي

هُت حڪم تُنهنجو هَٽيو، هِت يار ڪاتي سان ڪُٺئي
تنهنجي ڪاوڙ يا قرب، پر خان ڪي ڪِلندي ڏِٺئي
مُحب مون مسڪين لئہ، سِر تي سبب سڀ ڪجهہ سَٺئِي
مرحبا مَلڪن ڪَئِي، عاشق تُنهنجي اخلاق جا

تو جِهان جيڪي جوڙيا، تن ۾ نہ جاني جوڙ ڪنهن
هٿ ٻڌي تُنهنجي حڪم تي، مُحب ڇوڙيو موڙ ڪنهن
تو ڪَئِي توکي قٻي، توسان نہ ڪيو هيئنئن توڙ ڪنهن
هٿ ڪُٺئي ڪافر هٿان، لالڻ هُتي لولاڪ تي

حوض ڪوثر جنهن جي هٿ ۾، سو نہ پاڻيءَ کي پُڇي
جو سُيان سيني کي ڏي، سو اڄ سيد اجون سُڃي
هي حڪم تُنهنجا ڏِسي، ڍولڻ توکان هر ڪو ڊِڄي
بي قصورن کي ڪُهي، آندئي قيامت ڪاڪ تي

بخشيا تِن جي مُحابي، سڀ بندا مُنهنجون بَديون
سرُ ڏني ڪان اڳ هُيون جن سيج تي لائون لَڏيون
هُت نہ پاڻي هو پيئڻ لئہ، هِت وَهِيون نرمل نديون
حال هي ”حافظ“ ڏٺو، تُنهنجي حڪم جي هاڪ تي

***

رُوئاڙي هٿن سان، ڪرين رُعب مون تي
ڏَسي ڪم ڏڪيا پو، هَٽِين ڏوهه بہ مون تي

تڏهن ڪان هي توبہ اٿم، يار تاڻي
منهنجو حال هِيڻو، تون ئي چام چاڙي
سڄي رات روئندي ڪيم پاند پاڻي
قلم هي قضا جو، پرين پو بہ مون تي

مِٽيءَ مان تو مون کي بنايو مثالي
وجهي ديد جي، تو چڏي آ دوالي
عجب تنهنجي قدرت، ڪَئِي ڪم ڪمالي
حوا ساڻ حيلو، هليو هو بہ مون تي

اچي تُنهنجي در تي ڪندس روز دانهون
سڏڻ جون ڏنيون تو سدائين صلاحون
ڏِسج نانءُ پنهنجو نہ مُنهنجون خطائون
گهمان پيو گناهہ سان نہ ڪم ڪوبہ مون تي

***

سچ پچ تہ هن سنسار ۾، مُنهنجي صدا ٻُڌجي نہ ٿي
لک ادائون ٻيا ڏين، منهنجي ادا ٻُڌجي نہ ٿي

مير مرسل مصطفیٰ، جنهن مهل ويو معراج تي
چو جسم جي حد، اتي جاني جدا ٻڌجي نہ ٿي

منت موسیٰ جي ٻُڌي، مَلڪن چيو تون ماٺ ڪر
هت محمد صہ مير ري، ٻئي جي مدح ٻُڌجي نہ ٿي

عرض مون ڪيو ادب سان، مون کي پرين مُنهڙو ڏيکار
لَن تراني سان چيو، لالڻ نِدا ٻُڌجي نہ ٿي

سوال تُنهنجو ڪونہ سڻبو، وڃ هليو "حافظ" هتان
ٻئي سچي جڳ جي ٻُڌي، منهنجي خدا ٻُڌجي نہ ٿي

***

جنت جي تقاضا آهي مگر دوزخ جي شڪايت ڪير ڪري
ٻئي هڪڙي ڏڻي جا گهر آهن، ٻنهي ۾ تفاوت ڪير ڪري

ابليس به جسم آدم تي، اعتراض جي ڳالهه اٿاري هئي
ڇا هُن جي پوءِ حالت تي، اهڙي ٻيو حالت ڪير ڪري

دانا به هيو ۽ دلير به هو، توحيد به هُن جي اندر هُئي
شيطان جو پوءِ ڏوهه ڪهڙو، مُلين ڪي هدايت ڪير ڪري

انسان جو جنهن احترام نه ڪِئو ڇا ان جو پوءِ انجام ٿيو
ڦٽڪار جو طوق ڳچي ۾ پيس، ان سان پوءِ رفاقت ڪير ڪري

تون موحد هج يا مُلون هُج منهنجو ته مُحمد ”حافظ“ آ
مون جهڙي ڪوجهي ڪِني تي، ان ري شفاعت ڪير ڪري

***

# صوفي ازم

اجان بِسمل جي پر ۾ ڪو ڏنم بي داد بيٺو آ
سزا ڪهڙي بہ صادر ٿئي، مگر فرياد بيٺو آ

وڃان مقتل جي در تي ۽ بچان ڪيئن موت کان آئون
مسيحا خود جِتي مون لئہ بنيو جلاد بيٺو آ

گهڙي کن مون گُهري مهلت چيم قاتل کي پيو ڪو ڪُھ
چيائين وقت ۽ وارو، مون کي سڀ ياد بيٺو آ

ڏٺو هن موت منهنجي جو، مٿا منظر گهڻن ماڻهن
قبر تي پو لکئون ڪَتبَو تہ اڄ آزاد بيٺو آ

گهٽا ورهيہ اڳي هڪ مئي ڪده مان ڏُڪ پريو هو مون
انهيءَ سُرڪيءَ جو اُو ساڳيون اجان سواد بيٺو آ

حياتيءَ جي حفاظت ڪيئن ڪري ”حافظ“ انهي هنڌ تي
جِتي سُقراط، سرمد تي سڄو بغداد بيٺو آ
سڀ علم لئہ منهنجا ادا، هڪ عشق جو پڙھ تون اکر
موسىٰ مُنجهو پئي مام ۾، هوشيار هو حضرت خِضر

دوزخ بهشت جي دام کان، پڇبو مُلن جي مام کان

لنگهبو ڪفر اسلام ڪانِ سوريءَ مٿي رکبو هي سر

سُڻ تون نصيحت نيڪ نامِ ڏس عشق ڪيو ڪيڏو انعام
ڪعبو ڪتي ۽ ڪٿ قيامِ سجدو اتي ئي ٿيو ٿمر

اچ عشق جي آڙاھ ۾ پئو تون برھ جي باھ ۾
وَنَحنُ رڳ ويساھ ۾ آ گهوٽ تنهنجي ئي تہ گهر

”حافظ“ حُب جا هَٽ چڙهي محبت سدا ڪي مَٽ چڙهي
سِڪ جو سڳو ۽ سُٽ چڙهي دنيا منجهان ڪج درگذر

***

ڪيو عشق اِهو احسان سَڄڻ
مِليو آهي مِٽيءَ کي مانُ سَڄڻ

جَڏهن بهشت اندر تي بُوتو ٺَهيو
تڏهن قادر مُون کي ڪعبو ڪَيو
اَچي رُوح ۾ رانجهن پاڻ رَهيو
جوڙي آدم جو ايوان سَڄڻ

نَڪو ڪُن فيڪون جو ڪوٺ هُيو
هي چاهه تڏهن ئي چوٽ هُيو
نالو نينهن جو اَڳيئي نوٽ هُيو
هُئي صورت سَڀُ سبحان سَڄڻ

اِهو راز رندِي تون روڪ هِتي
هي "حافظ" حال نہ هوڪَ هِتي
تي لاهوتي ڇڏ لوڪ هِتي
ڏِس برهه وارو بي بانُ سَڄَڻ

***

متي عرش کان آ محبت جي منزل
نہ موسیٰ وانگي تون جبل تي وڃي جَلُ

اٿاري عقل کي اکين جي اڳيان ڇَڏُ
سِکھو ڪر تون سعيو سچڻ جا سُٺي سَڌُ
ميان موت کان اڳ اٿي لوڪ مان لَڏ
ڪري يار ڪانڌي قبر کي نہ ڏي ڪَل

اجايو دنيا کي ڪرين ڇو ديوانو
بنائِڻ لئہ ڳولي پيو هو بهانو
ادا ڏس تون آدم ڪيئين روئاڙي تو
هُونئن بهشت ۾ چئي حوا ساڻ گڏ هَل

آهي هاڻ "حافظ" اوهان جي حوالي
پيو بهشت دوزخ ڪنا دُور جالي
اوهان جي حڪم سان هتي پيٽ پالي
هُتي يار داٽي ڏُتاري ڇڏي دل

***

هر مذهب ۾ تُنهنجو هُل
توئي خلقيا عشق عقل

عاشق ۽ معشوق سَڏائِين
مندر مسجد پاڻ اڏائين
گهاٽي ۾ ڪئين گهوٽ گڏائين
محبت جو ڪِيئي کهڙو مل

ديد جي داڻي يار ڏُٺايو
آدم کي هٿ عشق اٺايو
باب برهه جو توئي ٻڌايو
وَتي ٻهاني جو هيءُ ٻُلُ

نُور اصل کان تُنهنجو نالو
وحدت جو مون پاتو والو
روءِ زمين جو تي رَکوالو
مون ئي امانت ڪنئي اصل

”حافظ“ تُنهنجي حڪم سان حاضر
ابراهيم ڏٺوسون آذر
عيب وندن جو آهي آڌر
مِير مديني جو مُرسل

***

الفت جو آهي آدم، سينگار ٿيو صدين کان
داڻي جو خالي دڙڪو هو، ڏار ٿيو صدين کان

جنت جي جاءِ مان، گڏ آدم ۽ عشق آيا
هوندا حُسن جي اڳيان، حورن به دل هارايا
ڪهڙي سبب لئہ پوءِ، سجدا ڏيئي ساراهيا
ان وقت کان وٺي هي، ويچار ٿيو صدين کان

اِبليس جي عقل کي، اَعليٰ ڪَيو تو اَڳ ۾
هاڻي جيئڻ ڏکيو آ جاني، مون کي جڳ ۾
ڪيئن دُرو ٿيا، تنهن کان، ديرو بَنائين دڳ ۾
اِنهيءَ بهاني، آهيان بدڪار ٿيو صدين کان

موسيٰ ۽ طُور سينا، صاحب کي ساڙٿا هٿا
نيزن تي سرَ نبين جا، چيري به چَاڙهٽا هُٿا
اَهڙا به پُٽ عليءَ جا ، پرور کي پاڙهٽا هُٿا
جن تي امت جو بيشڪ، هي بار ٿيو صدين کان

”حافظ“ جي حال هيڻو، تو وٽ حشر ۾ ايندو
اَهڙي ڏُکي به ڏينهن ۾، ڏَڏُ ڪو ڏُکيءَ کي ڏيندو
الله ڪندو اتہ ۽، مُرسَل سان ميلو ٿيندو
اڙين سان جنهن آهي، اقرار ٿيو صدين کان

***

باغي آ عشق منهنجو، تنهنجي ئي باب ڪان
مون کي نہ روڪ واعظ، منهنجي شراب ڪان

مصلو بہ تُنهنجي ملڪيت، تسبيح بہ تون پيو تاڻج
مَئي خانو آهي مُنهنجو، ان ڏي نہ وک تون آڻج
قيامت قبر جا قصا، ڇمار تون پيون چاڙج
آئون نہ ٿو ڊڄان، ڪنهن اڻڄاتل عذاب ڪان

مون وٽ نہ ويهہ ميَانجي، وسري وظيفا ويندئي
مهمان سمجهي منهنجو، مُرڳو شراب ڏيندئي
پيئندي تہ پوءِ پڪ سان، عابد اکر نہ ايندئي
ڏيندي جواب پوءِ، تون ڏوهہ ۽ ثواب ڪان

منهنجو تہ روز آهي، روزانو مَئي پيئان ٿو
جيڪو پُڇي پيئڻ جو، تنهن کي بہ ڏَسُ ڏيان ٿو
اي شيخ جي! تون شڪ ڇڏ، آئون جام پي جيئان ٿو
ڪافر اِنهي ڪري ٿيس، تُنهنجي ڪتاب ڪان

”حافظ“ هزار ڀيرا، پنهنجو گلاس گهُرندو
تُنهنجي چوڻ تي چريا، منهنجي نہ چپ تان ڇُرندو
جنهن وٽ ترازو آهي، تنهن وٽ ئي ڏوهہ تُرندو
ناحق ڊڄان ڇو آئون، ٻي ڪنهن نواب ڪان

***

تنهنجي قدم هيٺان شل روز کُسون
تون موت ڏسين اسين مُنهڙو ڏِسون

ڇو تو ترس ڪرين مون تي تاب ڪريو
پنهنجي نينهن ۾ هي ناياب ڪريو
منهنجي خون کان اڳ ڪو خِطاب ڪريو
اهڙو ٻولج جو، رُوئڻ ٻار پَسون

تون خان اسين خاڪ آهيون خاڪ مٿا
تنهنجي ڇهڪن سان ٿيون چاڪ مِٿا
لاهي ترس وارا ڇڏيو تاڪ مِٿا
پلي رَت پنهنجي ۾ روز پُسون

اي بادل ڪر برسات ڪي بَسُ
ڪهڙو ڏوهه ڪيو مون تنهنجو ڏَسُ
وڃي ٻي ڪنهن ولايت ۾ تون وَسُ
اڇيو اتي وَسين، جتي اسين وَسون

سچو "حافظ" جو هي حال ٻُڌئي
بنا محبت جي ٻيو ڪو مال ٻُڌئي
اڃان سُورن جو نہ سوال ٻُڌئي
روئي تنهنجي اڱڻ، من ڪڏهن رَسُون

***

مُنهنجي وجود ۾ روز وَسين
اَلِ اِنسان  جو اهڃ ڏَسين

صورت اهڙي  سهڻي بَنائي
لوڪ ۾ آئين پاڻ لِڪائي
سوريءَ تي منصور ملائي
پنهنجو تماشو پاڻ پَسين

بهشت بنائي ڪنهن لئہ باري
حضرت آدم بازي هَاري
تُنهنجي در تي توبهہ زاري
ڏِيو هٿن سان هوت ڪَسين

”حافظ“ جو توسان حال هميشہ
محبت جو ڏج مال هميشہ
بخشش جو ڪَجَ پال هميشہ
راٽا تون شل ڪِيمَ رُسِين

***

مُنهنجي نينهن ڪَئي ننڊ آهي حَرام
ڏنم سجدو سڄڻ کي ڪري عشق امامُ

جڏهن برهه جي مون تي بين وَڳي
تڏهن لنؤ پرينءَ سان مُنهنجي لَڳي
هاڻ حد حجاب جي مون تان ڀَڳي
لاهي دوست ڇڏيو مون دُوئي جو لَغَام

ويا مون کان سيئي هاڻ ورقُ سڄڻ
ڏاڍو عشق جو پي اهو عَرقُ سڄڻ
کهڙو غور ڪريان آهيان غرقُ سڄڻ
ڏنو جاني مون کي آهي اهڙو جَامُ

هُوئين قاضي مون تي ڪارڻ هَئِين
آهيان سڄڻن ساڻ سدائين سَنئين
جيسين برهه وارن تي نہ ٿو ٻَهِين
تِيسين اچئي نہ ٿو ڪو انڊا آرَامُ

تڏهن سجدو منهنجو ثاب ٿيو
جڏهن عشق جو مون تي عذاب ٿيو
آ ”محمد“ سان ميلاپ ٿيو
لَهي دوزخ جو ويو مون تان دَامُ

***

منظور تُنهنجو نُورُ هو آدم جي آڙ ۾
داڻي کان بهشت دُورُ هو آدم جي آڙ ۾

اهڙي ڪڏهن ڪا جنس، هُئي آئِي جهان ۾
ڪَنَ ڪول تون قصو ٻُڌ، جَنهن جو قُرآن ۾
موجود مَلڪ ڪونہ هئا، ڪي لامڪان ۾
پَهرين حُسن جو پُورُ هو آدم جي آڙ ۾

مخلوق جي مِٽيءَ جو، شيطان مُل چُڪايو
اِبليس کي عقل ڪِيئن، آدم کان اڳ ۾ آيو
پانيان ٿو پاڳ منهنجو، ويري آهي وَڏايو
ظاهر تہ ضد ضرُورُ آهو آدم جي آڙ ۾

ماريو آ ڳالهہ مخفي، ظاهر ڪَريان ڪيئن زوري
گهورو آ عشق جنهن جو، آئون بہ تَنهن جي گهوري
موسىٰ بہ مُنهن ڏيکاري، اندر جي سِڪ ٿي اوري
تڏهن تباهہ ٿيو طُورُ هو آدم جي آڙ ۾

”محمد“ جو پير پڙ ۾ ميدان ۾ متو هو
ساڪائتي سڄڻ جو سجدي ۾ سِرُ لٿو هو
مولا عليءَ جي پٽ جو، هڪڙو نہ ڳز ڳُٿو هو
ڪنهن جو پوءِ قُصورُ هو آدم جي آڙ ۾

***

مُنهنجي زره پرينءَ توکان زور آهي
اِهو ڪَارڻُ تُنهنجو ڪمزور آهي

تُنهنجي ديدن ۾ ايڏا دَامَ آهن
جِيڏا مُون سين ٿيا ماتامَ آهن
سڀ عشق جا هي انجامَ آهن
توتان هَر گهڙِي سِرُ گهورَ آهي

تُنهنجا نَازَ چوَان يا نُور چَوان
ڪيئن موسىٰ کي مجبور چَوان
ٻيا دلبر سَيئي دُور چوان
تو مَهندا ويٺو هڪ مور آهي

هڪ داڻي تان تو يار ڏِڪيو
جو لوح قلم ۾ اڳ هو لِکيو
جنهن ڏوهه ڪيو آ مون کي ڏکيو
ڏَسُ تِنهن جي پلا گهٽي تور آهي

ڪُجهه "حافظ" جي تون حال تي هَلَ
تنهنجي ڪرم جي مون کي ڪانهي ڪَلَ
هُئا ڪهڙا عليءَ جي پُٽ جا عَمَلَ
جنهن سان هيڏو شِمر ڪِئو شور آهي

***

شايد شراب خاني ۾ ، اڄ ڪو امام آهي
ان ڪي چئو اٿي وڃ، هي مَئي جو مَقام آهي

رندن جي راند آ، هِت زاهد نہ زور لائج
مخفي آ جام منهنجو، پي ڪي نہ تون ٻُڌائج
منهنجو آ ڪُوڙ سان ڪم، تون پل پيو سچ سڻائج
هن عشق جو ازل ڪان ابتو انجام آهي

ڪلمي پڙهڻ جي قاصد، مون ڪي خبر ٻُڌائي
پڙهندي شراب پيتم، وسري ويم پي وائي
سيوا ڪريان پيو سولي، سُرڪي پيو سوائي
صورت منهنجيءَ ڪي تڏهن سجدو سلام آهي

***

اڳي جنت ڪسي هاٽي جيئڻ جو حق ٻہ تو ڪَسجي
هُتي تہ شيطان ۾ شڪ هو، هِتي ڪو ڪونہ تو ڏَسجي

وڏي جاڪوڙ جُنبش سان، جهان ۾ جلوه گر ٿيئڙس
ڏسي ڌرتيءَ جا داروغا، اچي آزار ۾ پيئڙس
ڏمر جنهن جو ڏکيو ڪيئڙو، وري ان وڻ تي آئون ويئڙس
ٿيو جو ڦهچ سان پڌرو، اهو بي ڦهچ تو ڦَسجي

ٻڌون پيا ماڻ محشر ڪي ٻہ، منهنجي مُئي سان ملندو
خليفي جي خوشامد لئہ، ڦهرئين دوزخ جو در کُلندو
چون ٿا پوءِ رِي پردي، اتي پيو حُور سان هَلندو
ويندو سماج ات سُڌري، نہ ڪائي ڏُر اتي ڪسجي

ڀڳل ڪنهن ٿانَو جيان، منهنجو جسم شايد جُڙيل آهي
ڪريان پيو جُستجو جنهن جي، سا منزل چو مُڙيل آهي
فقط ڪاغذ جو گل آهيان، جو خالي جا کُڙيل آهي
نہ جنهن مان راه ويندن ڪي، ڪڏهن ڪو راز تو رَسجي

***

بوتل شرابُ جيءَ هيءَ مون لاءِ بُري ته ڪانهي
توکان ته بهشت جي مون، چاڀي گھُري ته ڪانهي

ڪامل ڪتاب تُنهنجو، مُنهنجي نه ڪم جو آهي
هي ڪيف قيمتي آ، ڪينئريءَ گُري ته ڪانهي

مَئي خاني ۾ اچي تون، مون سان مناظرو ڇڏ
مُصلي جي ڪُندِ مون کان هِت ڪا پُري ته ڪانهي

واعظ وقل هتي ڇڏ، هي مئي ڪده آ منهنجو
مسجد ۾ جاءِ توکان، مون ڪا ڦُري ته ڪانهي

شايد شرع جا سائين توکي شراب وَڻندو
هي آ پيئڻ جي شيءِ، ڪا ڇنندڙ ڇُڙي ته ڪانهي

”محمد“ شرابَ منهنجو، ملڪيت نه ڪنهن جي آهي
دل کي آ چوريو دلبر، ٻئي کان چُري ته ڪانهي

***

مُنهنجو شرابُ نئون آ، تُنهنجي شرع پراڻي
تو وٽ ڪتاب مُصلو، مون وٽ آ دل نِماڻي

ڪنڌار ڪيف پيئندس، قاضي صاحب جي ڪولهيان
رندن جي سامهون ان جا سڀ ٿو ڪتاب روليان
واعظ جي وقت ڪان اڳ، آئون ٿو ڪيل کوليان
آهيان موالي اڳهين، مسجد نہ آ مون ماڻي

زاهد، آ تقويٰ تو وٽ، مُون وٽ ذَرو نہ آهي
توکي ڀَرو پيئڻ کان، مون کي ڀَرو نہ آهي
تو وانگي ٻيو ڪو مون وٽ، ڪورو ڪرو نہ آهي
مُنهنجو وضو بہ مَئي سان، پايان نہ ٻيو ڪو پاڻي

اندازو مون ڪيو آ، انسان ڪير آهي
او دين جا ڌڻي! اجان تو ۾ تہ دير آهي
تُنهنجو اجان بہ ساڳيون، بدليو نہ گير آهي
هيڏا هُنر ڏِسي تہ بہ، پَنهنجي اَٽِئي پَلاڻِي

ڪهڙو پڙهان پوءِ ڪلمو، ڏَسُ ڪو ڪتاب ڳولي
دوزخ ۽ بهشت جا، رکو دروازا ڇڏ نہ کولي
يا ماڻ ڪر تہ ميانجي، “محمد” ڪو ٻول ٻولي
تنهنجي هِتي تہ فتويٰ، مون کي آهي قِتاڻِي

***

ڪو آ رحمان جي پاسي، ڪو آ ڀڳوان جي پاسي
آئون سجدو انهي کي ڏيان، جيڪو انسان جي پاسي

خطيبن کي ٻُڌائي ڇڏ، تہ مون کي خوف ڪونهي ڪو
منهنجي حالت نہ حورن سان، نڪو غلمان جي پاسي

اوهان جو عادتون ڏسندي، اسان جو روح روئي ٿو
اِهو تنهنجو جي مذهب آ، آئون شيطان جي پاسي

رقيبن کي بہ رنجش آ، رفيقن کي بہ ڪاوڙ آ
ٻُڌا هاڻي وڃان آئون، ڪهڙي جهان جي پاسي

اسان جي دين ۽ ايمان جو دستور پنهنجو آ
نہ هوندو هي ڪڏهن "حافظ" ٻُري بي ايمان جي پاسي

***

# سماج / معاشرو

زندگي پاڻي ٻہ آ ۽ زندگي ٻيڙي ٻہ آ
زندگي ڪافر ڻئي ۽ مومنن جهڙي ٻہ آ

زندگي حاڪم زادي هئي زندگي زيب النساءَ
زندگي مقصد جي لاءِ وقت کان ويڙهي ٻہ آ

زندگي جي دؤر ۾ سيڪو نہ تو سُقراط ٿئي
زندگي ڏاڍي ٻہ آ ۽ زندگي ليڙي ٻہ آ

زندگي جي آسري تي جنهن سڄڻ سُستي ڪئي
تنهن ملامت کان سواءِ ٻي ڪا مڏي ميڙي ٻہ آ

***

صداقت کي سرو  ڪائي  ويو  آ
چڱي کي هٿ برو ڪائي ويو آ

ڀلائي کي ڀڄي ڀورا ڪري ڀائو
هتي بيگرو ڪائي  ويو آ

ڪلسيا جي وڃان ڪنڊ تي يا مندر ۾ وڃان آئون
حقيقت ۾ هتي حرمين کي ڀي هوڪرو ڪائي ويو آ

اسان جي ڏيهه ۾ اونڌر رواج آهي
ڪتي گهوڙي کي ڏسندي توبرو ڪائي ويو آ

ڏيهاڻي ڏيهه سچي کي آ ڏٺو "حافظ"
ڳِلم جو ٽوڪرو ڪائي ويو آ

***

مردار تقاضا کي مڃڻ مون نہ سِکيو آ
۽ عشق جي رسمن کي پڃڻ مون نہ سکيو آ

جنهن دار جي تختي کي آ تحفي ۾ قبوليو
ان رند مجاهد کان رُسڻ مون نہ سکيو آ

اعلان ڪري عشق جي تسبيح کي پڙهان ٿو
ڏاڍن جي اڳيان يار ڏڪڻ مون نہ سکيو آ

ممبر تي ببيهه ڪو بہ پلي مون کي سڏي پيو
انڌو ٿي اڳيان ان جي اچڻ مون نہ سکيو آ

منزل تي پهچڻ لاءِ مون جا واٽ آ وَرتي
”حافظ“ ٿي پوءِ ان تان هٽڻ مون نہ سکيو آ

***

پراڻي جاءِ ڪان پري نئين حرم ڪي سجدو آ
ڏِڪيو جنهن اوچ نيچ ڪي انهي ڏرم ڪي سجدو آ

ڪَنبي نہ جيڪا ڪوٺ ڪان، ٻُڏا سا ڪنهن خبيث جي ڪُنوار هُئي
چون ٿا ڪيت جي سا مگ خبيث لئہ خار هُئي
وڙهي ٿي پنهنجي وَر لئہ اجان تہ نندڙي ٻار هئي
انهي ٻلاري ڀيڻ جي حيا شرم ڪي سجدو آ

نہ دهَلي جا درياءَ ڪان انهيءَ جو سگ ڏسو سَهي
وچين سا پئي ٿي وير ۾ ويچاريءَ جي تہ ڏِسُ وَهي
نہ ڏم جو ڏاج ڪو ڏٺئين نہ رات هڪڙي گڏ رهي
جُهڪائي جڳ سڄو ڇَڏيئين سندس جُرم ڪي سجدو آ

ملي جي گهاءَ ڪي گِهتي تہ آئون ٿو اٿي بيهان
وَڏي جي ڪان جو قدم تہ سينو ڏيئي سَمهون ٿيان
ملي جي ماڳ موت سان تہ پنهنجي سرَ جو مُلهہ ڏيان
ڪُسي ويس جي قوم تان تہ پوءِ ڪرم ڪي سجدو آ

اجان ٻہ منهنجي عشق جو عجيب هي نمونو آ
ڏيان ٿو سرُ سڏي توکي صَلِيب هي نمونو آ
نہ رت ڏسي تون رنج تجئين رقيب هي نمونو آ
مُئي ڪان پوءِ مکيو جي ڪنهن تہ ان مرهم ڪي سجدو آ

***

اسان کي کپي ٿو ادب ۽ حيا
دنيا مان ته دلبر لڏي ٻئي ويا

پُڇايان پيو آئون ٻنهيءَ جو پَتو
ڪيڏانهن وياسي نڪري ڏسي ڪو نه ٿو
جتي هئا اتي ڪجهه به ڪونهي بتو
اجهامي ويا هن سي اصلي ڏيئا

مدرسي ۽ مسجد کان ويا موڪلائي
اتي به هاڻ هر ڪو هُڏي سان ڳالهائي
نه شاگرد آ نه ڪو استاد آهي
ٻَئي ٻنهين خوبين کان خالي ٿيا

شريفن مان هاڻي شهر ٿي ويا خالي
جهڙو اڄ جو مُلون تهڙو آ موالي
آهي رب جي دَرَ تي هي "حافظ" سوالي
ڪجئين رحم پنهنجو نه ڪج پيو نيا

***

وقت جي ويڙهاند کي سمجهي سَگهون ٿا
ٻارڙن جي راند کي سمجهي سَگهون ٿا

ڪُوڙ ۽ سچ جي ڪسوٽي ڪونہ ڄاتم
باقي پنهنجي ڀاند کي سمجهي سگهون ٿا

لوڪ ليلان کي سڃاڻي، جي سَگهي ٿو
پاڻ ان جي ڪاند کي سمجهي سگهون ٿا

حال "حافظ" جو زبان سان تون نہ پُڇ
هاڻ تُنهنجي شاند کي سمجهي سَگهُون ٿا

***

ڪمزور بدن کي آ سهاري جي ضرورت
لاچار کي ٽيندي آ اڏاري جي ضرورت

هن وحشت جي وڏي دؤر مان گذرڻ ٻه ڏکيو آ
ڪُن ۾ ئي ڪريل کي آ ڪناري جي ضرورت

گونگي ۽ ٻوڙي جي اکِيان هٿ کڻ متي
ان کي ته رڳو آ اشاري جي ضرورت

انڌي جي اکِيان آرسي رکي ٻه ڪندئين ڇا
نظرن کي هوندي آهي نظاري جي ضرورت

اوندھ جي عذاب کان آئون نہ ڊڄان تو
"حافظ" کي آ چمڪندڙ ستاري جي ضرورت

***

ادب ۽ حَيا جو نالو جِتي هُوندو اتي هُوندس
لڳل جِتي ڪُوڙ کي تالو جِتي هُوندو اتي هُوندس

اسان جي عشق جي سامهون تُنهنجو ايمان ڪوڙو آ
بي ايمانن کي لڳل ڀَالو جِتي هُوندو اتي هُوندس

انڌي لئي رات ۽ ڏينهن ۾ نہ ڪوئي فرق ڪونهي ڪو
ڪپي مون کي ٿو اجالو جِتي هُوندو اتي هُوندس

چوان ٿو ڪُوڙ واري کي مُنهنجو ڪن ڪولي نعرو ٻُڌ
آهيان سچ جو آئون رَکوالو جِتي هُوندو اتي هُوندس

آئون "حافظ" آهيان ان هنڌ جو جِتي انسانيت آهي
نڪو مُلون نہ موالو جِتي هُوندو اتي هُوندس

***

وَاھ جمھوريت تُنھنجا جُڄَ
مُلڪ سَمورو ٿي ويو سُڄَ

اٽو ڪنڊ ٻِئي الله وَٽِي ويو
گيھہ ۽ گاسليٽ مَٿي ڪپي ويو
بصر ٻٽاٽو پَاڻ ڪان ٽپي ويو
مِسڪِين مَري ٿِيو مُڄَ

وَاھ جو جَمھوريت واعدو پَاريو
نندي وڏي ڪي پنڻ سيکاريو
مِسڪين جِتي هُجي مَاريو
رونق ڪسي ڏنوءِ رُڄَ

انڌي گھوڙي ابتو سُوار
اهي جمھوريت جا اٿئي پار
زرداريءَ مان بَنيو زَردار
اڃان نہ لَٿِي اٽس اڄَ

ايم ڪيو ايم سان اڏ پائيواري
هي تہ جمھوريت بَني جوئاري
مِرزا مان ٿي بَنيو مَداري
جنھن جا چمچا وينو چُڄَ

"حافظ" محمد حق آ چوندو
پيرئين وَڏيرن کي ڪونہ پَوندو
هِيٽن جو هي خامي هوندو
پَاپِين کي رَبُ وجھندو پِڄَ

***

مُنهنجي جاکوڙ کي جو تو سمجهي جَبرُ
ان کي چئو توکي سُورن جي کهڙي خَبرُ

مون تہ پنهنجي حياتيءَ جي هر هڪ پسا ۾
ڪٿيو وقت آهي حيا ۽ وفا ۾
جنهن نہ مون کي ڏنو آ ههڙي صفا ۾
ان جي اکين ۾ شايد ڪو آهي ڪَترُ

رات ڪاري کُتي ڏينهن لئہ تو رُئان
روشني تي کپي هيو نہ ڪجهہ تو چُئان
ظلمتن کي ڏِڪي نُور آڻيو نوان
سوجهري کان سواءِ سُور مسجد مندر

پهچ کان پي متي آئون پتوڙيان پيو
کير آهي کريل تہ بہ ولوڙيان پيو
ڪنهن اياڳي تہ نندب کي اکوڙيان پيو
نِينهن آهي چيو مون سان جاڳي نِبرُ

زندگيءَ کان متي پي نہ سڪرات آ
ڏينهن سنيران نہ تو رات ئي رات آ
هي حياتيءَ جي جيوَن جو جذبات آ
ڪنهن جي سُڏڪن ۾ پي ڪو لڪل آ صَبرُ

***

جنهن نہ سُڃاتو قد بُت منهنجو سو ڇا سمجهي منهنجو قول
مون جي گيت غزل آهن لکيا سي تہ هينئن جا آهن حول

باهہ ۾ پاڻي ٿهڻا ناهن گڏجي هڪ هنڌ رهڻا ناهن
عاشق ڪنهن ڪان ٿهڻا ناهن آهن ڪا البيلي اَول

سيڪو پاڻي پاڪ نہ سمجهو هرڪو ماڻهو چاڪ نہ سمجهو
مسجد ڪي اوطاق نہ سمجهو گهاٽي رش ۾ روح نہ رول

ماءُ پيءُ ڪان پيار آ سکبو واٽي ڪان واپار آ سکبو
پينو ڪان ڪو پار آ سکبو جهٽڪ ڏينس تہ بہ جهليندو جهول

ماڪي پِنِدي مُور نہ ملبي ڳولي ڳولي جهنگ مان جَهلبي
”حافظ“ تنهنجي ڳالهہ پئي هلبي ٻولي ٻولي سَچِي ويٺو ٻَول

***

نہ ڪو خاص آهيان نڪو عام آهيان
ڪنهن پيڙهيل حياتي جو هڪ نام آهيان

جلادن جي وچ ۾ الائي ڪِيئن جيئان تو
آئون پاڻي جي هوندي زهر ڏِسُ پيئان تو
آهيان ڪات پر آئون ٻڪرو ٿَيان تو
اِئين صُبح گُذري اِئين شام آهيان

جواني ٻہ ڪا هت جنازي مثل آ
سهاڳڻ جي نالي ۾ ڪيڏو قتل آ
چنبو موت جو جنهن لئہ مهندي رتل آ
انهي محترم ڏيءَ جو ماتام آهيان

بهشت جي ئي نالي ۾ بغداد مون تي
ڪري چور منهنجو پيو فرياد مون تي
اها آ انهن ڪان ٿي امداد مون تي
آئون پيڙهين ڪان جن لئہ پڪل طعام آهيان

مٿي آ فرشتن ڪان جن جي فضيلت
سي منهنجي ڪهڻ جي وٽن ڪيڏي قيمت
آئون ”حافظ“ بنجي چوان ٿو حقيقت
باقي آئون نہ رستم نہ بِهرام آهيان

***

آئون بچپن کان بي چَين آهيان
جيڪا ڪنهن نہ ٻُڌي اها سَين آهيان

مون سڀ ڪنهن جا هت سڏ سُئا
پر لالڻ منهنجا لُڙڪ مُئا
منهنجو ڪنهن جي ڪَن تي پيو ڪونہ رُئا
ڪَئِين همدم مون سان گڏ هُئا
هر ماڻهو سان مان ٻَين آهيان

مون کان پنهنجا پروا سڀ پَري
تہ بہ مُنهنجو روح پيو رقص ڪَري
ڪيئن "حافظ" جو پيو هانوَ ٺري
تو اهو ڏٺو ڪڏهن ڏيان ڏري
ڪيئن ڏرتي تي ڏَارين آهيان

مون سُر ۾ ڪيڏا سُور رُنا
ڪيئن دانهہ ڪندو ڪو درد بنا
او ملان ٻانيڻ ٻُڌ وِشَنا
منهنجي سوز کان سيئي ساز ڊِنا
ڪنهن تند جو تان سَين آهيان

تو ڪالهہ بہ مون سان ڪُوڙ ڪيا
۽ اڄ بہ ساڳيان لفظ چيا
پر "حافظ" جو ڏس يار حيا
توسان ڪونہ نبيريائين ڪوبہ نيا
نڪي درد نڪي ڏَرمين آهيان

***

پرائي جُتي ۾ اسين پير پايون اهڙا ڪونه آهيون
حرامي ڪنهن کي حلالي هُلايون اهڙا ڪونه آهيون

غريبي ۾ ٻيا پي گهڻا عيب آهن
ڪميڻن جي پويان لڳي ڪُر لڇايون اهڙا ڪونه آهيون

سُتي ماءُ سانڍڻ مهل جا ڏني هُئي
وڏا ٿي امان جا اهي وَڙ وڃايون اهڙا ڪونه آهيون

مون قرآن پڙهي آ رب کي سُڃاتو
سڀڪي ۽ ڦيٽي سان ڪنهن جو سر وڃايون اهڙا ڪونه آهيون

آ ”حافظ“ جي ٻولي پري کان ئي پَڌري
ڳِلم جو پڪي ٿي ٻي ٻولي ٻُڌايون اهڙا ڪونه آهيون

***

ڦِريا بہ ناهيون ڦُريا بہ ناهيون
اَجان ڪنهن اگهہ ۾ گهُريا بہ ناهيون

ڪڏهن نہ وڪجڻ وڏي آ قيمت
انهيءَ ڪان مُلهہ ٻيو مٿي ٻِي ڪونهي
گهٽا ويا وڪِجي گهٽا ويا لِڪجي
اسين اجان تائين تُريا بہ ناهيون

اسان جو ماضي اوهان جي اڳيان
اسان جو حال بہ اوهان جي سامهون
جتي اوهان آ بيهاري ڇڏيو
ڇَڪاسي ڏس اتان ڇُريا بہ ناهيون

اسان جو پورهيو اوهان تان گهوريو
اوهان جو گهُورڻ اسان لاءِ گنج آ
مگر اوهان جي هينئين تي "حافظ"
الاءِ اَجان ڇو هُريا بہ ناهيون

***

اسان کي راهہ ۾ جيڏيون رُڪاوٽون آهن
اسان کي ڪونہ ٽيون ايڏيون ٽڪاوٽون آهن

اسان کي پنهنجي ڀَلي جو ڀَرم ملي نہ ملي
اِهي ئي صوفي ازم جون ثقافتون آهن

انهي ئي جام جو لائق نہ تون هُئين واعظ
مگر هي ساقيءَ جي هٿ جون سخاوتون آهن

وجود پنهنجي کي آئون اجان نہ پهتو آهيان
۽ تو ثواب وٺڻ لئہ ڏَسيون ولايتون آهن

اسين ڪي روح ڏکوئڻ کي ڏوهہ سمجهون ٿا
اوهان تہ انسانيت سان رکيون عداوتون آهن

هُلائي پاڻ کي "حافظ" هٿن جي دين کي ڏاڙو
انهن جي ذهنن کي پوءِ بہ ڪَئِين ضمانتون آهن

***

توں بي ضمير آهين تڏهن امير آهين
پئسي جو پُٽ سڏائي ڪِنو خمير آهين

آئون ٻہ اهڙو ماڻهو ۽ توں ٻہ اهڙو ماڻهو
هر مُوڙ تي ڏِسي وٺ ناهيان اجان وڪاڻو
مون ڪي ٻہ گهُرجون آهن پر عزم آ اباڻو
پيءُ ماءُ ڪي پٺي ڏيئي توں ٿيو وزير آهين

تنهنجو پليتيءَ مان آ اجان نہ پيٽ پريو
پئسي جي پويان وڃڻئي اندر وارو ئي مريو
جيئن تُون ڪَرين خوشيءَ مان ائين نہ پيو ڪو ڪريو
رڳو سنڌ جي حقن تي وڄهندو توں سير آهين

ڇيري جي لوڻ لائين تہ ٻہ لُڙڪ ڪونہ لڙندا
اڱ پوءِ اسان جهڙا آهيون سُوريءَ تي يار چَڙهندا
ايندا ڪي جوان اهڙا منهنجو نظم پيا پڙهندا
چوندا تہ واقع ”حافظ“ حق جو فقير آهين

***

نتيجو ڇا ٿ نڪري پر اسين انسان ٿيندا سون
ٻُڌائي موت کي ڇڏ تون تُنهنجا مهمان ٿيندا سون

سدائين هِت سبيلن جا گهڻا ڏينهن سُور سهنداسين
حويليءَ جي ڏٽيءَ سان هاڻ هرگز هت نہ ٿهنداسين
جنين نالائقي ڪئي آ، تي لائق تن تي لهنداسين
نشانبر تي آهيون نڪتا، تہ پوءِ نِشان ٿيندا سون

قضا جي ڪوڙڪيءَ مان هاڻي يارو ڪنڌ ڪڍڻو آ
هتي سقراط، يا سرمد عنايت تي ٿ اچڻو آ
بهادر لاش جو پاڳو اجان مون لاءِ بچڻو آ
چنيسر کي وجين ڇئو تون تہ دودا خان ٿيندا سون

اسان جي پيرويءَ ۾ پير، اڄ تائين نہ ڪنهن پاتو
چوان ڇا تو لکان ڇا تو اکر ڪنهن ڪونہ آ ڇاتو
نہ ڏبو يار ڏک ۾ پيو، ڪڏهن پنهنجن کي پاراتو
اجاري جو اندر ڪنهن جو اهو اعلان ٿيندا سون

حقيقت کان تہ مُنهن "حافظ" نہ موڙيو آ نہ موڙيندو
تڏهن هر ڪو ڏسي مون کي چريو پورو آ چئي ويندو
منهنجو ضد ڪنهن سان ڪونهي ڪو ڏکن ۾ ڪو تہ ڏڍ ڏيندو
جيڪي تاريخ ۾ لکجن اهي ارمان ٿيندا سون

***

ايڏو ٻـ سستو ناهيان، جو تون وٺي سگھين
گُلڙن جو دَستو ناهيان، جو تون وٺي سگھين

مون کي پُڇڻ کان اڳ ۾، تون پاڻ کي پُڇي ڏس
ٻيو ڪوٻـ رستو ناهيان، جو تون وٺي سگھين

ڪاغذ جي گل تي، ڪڏهن اعتبار مون نہ ڪيو آ
ڪو بت پرستو ناهيان، جو تون وٺي سگھين

"حافظ" جي دل ۾ خانو، انسانيت جو آهي
مُلين جو ڪِشتو ناهيان، جو تون وٺي سگھين

***

نڪو شهر وارن سان هوندي شڪايت، نڪو ڳوٺ وارن سان ڳالهيون ڪبيون
اسين فرض پنهنجو نڀاهي ويندا‎سين، هِن مِٽي قوم کي ڇا ميارون ڏبيون

اسين ڏات پنهنجي کي ڏوراپو ڏيون ٿا، يا انهن جي افعالن کي ويٺا ڏِسون
ٿي عادت کان مجبور يارو پيا آهيون، تڏهن ڪنهن جي تقدير لئه ٿا لِکون
جي سچل، پٽائيءَ کان سمجهي نه سگهيا، انهن ۾ ٻي اميد ڪهڙي رکون
انهن ئي افعالن تي ڌرتي پئي کسجي، اندر ۾ اچن ٿا ڪئين ڇپرا ڇپيون

هينئر ڊيم جي حد نه ڊاهي سگهياسين، ته جيئنداسين ڇا تي ۽ مرنداسين ڇا تي
هي غيرن جون گاريون سُٺي تون نه سنپرئين، ته پوءِ ويڙهه لئه ٻيو ورنداسين ڇا تي
هي تنهنجو ۽ منهنجو جي سنڌو سُڪي ويو، ته تون ئي ٻڌائي پوءِ ترنداسين ڇا تي
حرامين کان حق آهن وڙهي يار وٺبا، انهن جي اڳيان ڪو نه نياڻيون نِبيون

نڪو آڻ مڃبي نڪو ڪاڻ ڪڍبي، اچو پنهنجي پيرن تي پاڻي بيهون
هڪل ساڻ ڌرتيءَ جا ”حافظ“ تجو، پوءِ ڪٽي يا ڳ پنهنجو مرون يا جيئون
جيسين ساهه جي رڳ هجي يار سائي، تيسين ڪيئن ڪنهن ڌارئين کي ڪو دڳ ڏيون
سچائيءَ جي سٽ کي پڙهيو مون آ پيارا، ڪڏهن ڦوڳ کي ڪونهي ماروين ڦٻيون

***

اڇو ڳپ منجهان نڪري سنئون سُبتو ڪو ڳس ڳوليون
رُڳو نعرن جي نگرين ۾ حياتين جا نہ پنڌ روليون

نڪو ئي پيپلا پنهنجا، نڪو ئي ليگلا آهن
اهي واڳون وارو ڳوڙها وڻا هر وقت تي واهين
اليڪشن جي ڪتڻ ڪان پوءِ ڪلن سُوڏو ٿا سپ ڪائين
ويو سچ آهه سُڪي سنڌ ۾ هٽي رڳو ڪوڙ پيو چوليون

پٽائي جو قسم ڏيان ٿو تہ بي ايمانن ڪِنا بچجو
سچل جي سوچ تي آهيو تہ ان جي ساک پت رکجو
پنهي جو ننگ رکٹو ٿئو تہ نائون مل نہ ٿي اڇجو
کٹو تنين پير پنهنجن جا چنيسري پاتيون چوليون

خدايا سنڌ ڌرتي تي ڪو سچ جو تون سُڪار آڻج
ڪُهن انصاف ڪي جيڪي انهن جو هٿ ڌڪار آڻج
ڪري پنهنجن جا پنهنجو اهڙي مون لئي پڪار آڻج
پچي مون سپ چڏيون آهن ڏنيون پاپين جيڪي پروليون

ڏٽي مون کي دين پنهنجي تي رکج قائم سدائين تون
وچان جي واٽ ڪان نڪري وري مون کي واٽ لاهين تون
ٻين جا ٻيا ٻہ ڪئين هوندا مگر "حافظ" جو آهين تون
ڏسي رحمت تنهنجي جا رنگ جهليو بيٺو آهيان جهوليون

***

غريبن جا غمخوار جيڪي سڏائين
اهي ئي اسان کي ٿا قاتل ڪُهائين

ڏسان ٿو ادا جو اسان تي ٿئي پيو
وڏي پيٽ وارو ڪنهن جو رت پئي پيو
جيئاري پين کي نہ پر سو جيئي پيو
ائين قيد ۾ هِت پيا ڪُرمي ڪمائين

مُنا هِت تہ مسڪين مانجهي اسان جا
صبح کان وٺي سُور سانجهي اسان جا
ويهن ولهہ هيٺان وير وانجهي اسان جا
هو بنگلن ۾ بيٺا تہ بغليون وڄائين

شرابي ڪبابي هتي ڪار آهن
بکئي پيٽ وار تہ بيڪار آهن
ويندا لُڙ لهي ڏينهن ٿي چار آهن
اِجهو ڏس تون آنهون وجو عرش ڊاهين

چوان سچ جي ٿو تہ مون تي سزائون
وڏو شر پسند پوءِ سڏجان ٿو آئون
ٿيندو گهر کي گهيرو ڪندي فوج ڪاهون
اهي هت تہ قانون اسلامي آهن

لڳايوس ڦٽڪا سرعام سهڻا
اهو آ اسان وٽ هت اسلام سهڻا
نڪي رب هتي آ نڪي رام سهڻا
ائين هت پيا ڦورو اسان کي ڦٻائين
***

هُجن نانگ ڪارا تہ مرليون ڪٺون، ڪيِ هتي رڳو ڳوهون پيون ڦوڪون ڏين
جنين جي هٿن ۾ هئا مڻ مري ويا، ڏِسيو تِن جو ليڪو پيا جوڳِي جيئن

ڪڏهن ڪنهن بہ سُر تي نہ ڳوهہ آهي ريڊي، سڄو ڏينهن يَلي تون پيو سورٺ وڄاءِ
ٺلهيون ڏِينڊي ڦوڪون هو ڦڻ ڪانہ ڪيندي، ميان منگتا تون نہ مُرلي لَڄاءَ
جيڪي سُر ڪي سمجهي ڪٺي سرَ هئا اِيندا، اهي نانگ هاڻي نہ ٿو ڪو نپاءَ
مري سڀ ويا آهن ميان ٿو مڃا، پر متارا اڃان ٻيو نہ ٿا مَٽ پيئن

ڪُنن ۾ گهڙن جو نہ ڪاپو ڪري ٿو، ائين وينو مانگر جهلي مورڙيو
نہ ڪو رائين رچ ۾ وجهي وقت تي ٿو، نہ ڪو ڪوبہ سگڙو اٿس سورڙيو
سو گهاتو سڏائي گنگهار ٿئي پيو، گهاروڙي نہ آهي، آهي گهورڙيو
جنين پنهنجي ٻيڙيءَ کي هٿ ساڻ ٻوڙيو، اهي ئي ناخدا ٿيو پيا مون کي نِيَن

قذاقن جي پويان نہ ڪهاڙيون ڪڻين ٿو، ۽ پنهنجن تي وينو الارين ادا
اَمر سڀ عُمُر جا رکين پيو اکين تي، پوءِ مارن جي ڪهڙي ڪرين ٿو مدا
سڃاڻان ٿو توکي اي پنهنجن جا پاپي، اٿئِي ويل ۾ سيئي وَانگِي وڏا
اِنهي حال تنهنجي تي ”حافظ“ اداڙي، نہ پنهنجا بہ تُنهنجا ٿا پنهنجا ٿين

***

اسين ٻه جي حرام کي حلال چئون وَڃي پئون
اکيون پوري گڏهه کي چوان جي ڳئون وَڃي پئون

ٻَڇي ٻه ڪِينَ ٿا سگهون، پُڇي ٻه ڪِينَ ٿا سگهون
نه ڪي ڪنهن ڪاڻ ۾ وري ڪڇي ٻه ڪِينَ ٿا سگهون
جهڪي پوان ته جند ڇُٽي، ٿيان نه سنئون وڃي پئون

ڍڪيم ٿي ڪُوڙ جو ڪُنو، ضمير مان ذرو پُنو
ڏِسي مون کي ڏُکارو ٿيو رڙيون ڪري اَڇي رُنو
ڦِرون نه ڦيڻ کي پَسِي ويهي رَهون وڃي پئون

ٻلي پيو پنڌ ۾ پُسان ويهان نه آئون ڪِٿ وَسان
مون کان ته رات پئي رُسي آئون ڏينهن کي ڪٿي ڏِسان
اڃان ٻه جي اونداهه کان وڃان نه وَئُون وڃي پئون

***

ڪُتي ٻلي جو زخمي ناهيان
انسانن جو ڪاڏل آهيان

هِن جي ڳِگ ۾ زهرُ وڌو آ
مُون کي هن جو چَڪ لڳو آ
دوا گوري تي نہ سُورُ ڀڳو آ
درد ڪَٽا هي ڪَنهن کي ٻُڌايان

هِن کان ڏاڍو آئون ڊڄان ٿو
هِن جي پاڇولي کان ڀڄان ٿو
هن بي پتي کي نہ پُڄان ٿو
هِن کان ڪِيئن آئون پاڻ بَچايان

چِتو ڪُتو تہ بہ ڏٽي سُڃاڻي
مُحابي مان هي مُور نہ ڄاڻي
دوست برادر سڀ کان تَاڻي
ڪهڙو هِن تي حِيلو هَلايان

همدرديءَ ۾ هِيرا ڦيرِي
واهُر سڏائي بَنجي ويرِي
"حافظ" هِن جي دل آ ميري
مُوذي هِن کي ڪيئن مَڃايان

***

ڪٿي بات رومن کي برقعو پيل آ، ڪٿي چو اگهاڙو بدن آهي ڪنوارو
زماني جا مُفتي تون مون کي ٻڌاءِ، ڪنيو آهي روزي جو ڏَسُ ڪنهن اِزارو

ڪنهن ناريءَ جو نالو رکي ماءُ نُوري، ته ان کي ٿي ڪِيئن اک تماچي تَڪي
هي پنهنجي حوس جو ڪري ٿو پورائو، هُتي هو سهاڳڻ ڪنهن ٻي لئه سڪي
ڪنهين کي ته اگهه جي ٻه ڪا اون ناهي، ڪِنهين بُت وِڪيو پنهنجو آني ٽَڪي
هي اعزاز ڪنهن کان مليو يار آهي، گناه تي ٻه ڪنهن جو ٿِئي پيو گذارو

اجان تائين سچ جو صحيفو نه سمجهيئي، ته قيامت جي ڏينهن پوءِ ڪهڙي ڪم ۾ اِيندين
هينئر روح آدم حوا جو روئي پيو، اجان هن کان پوءِ تون اک پَٽيِندين
جي ابليس ناهين ته پوءِ ٻڌا تو، هتي ڪنهن جسم جو تقدس تڪيندين
سچي ڳالهه انا جي ٿلهي ڪيس تي، جنهن معصوم دل جون ٿا مُرڪون وچايون
انهي جي عزت جو قسم مون کي آهي، ته ناحق جو آهي ڪيڏو نظارو

جنهن جو روح ڪافر ۽ مذهب مسلمان، اهو تون ٻڌاءِ ڪهڙي تعليم ڏيندو
مئي کان ته پوءِ الائي ڇا ملي، هي ته جيئري ئي ڪنهن کي جهنم ۾ نيندو
جي ”حافظ“ آهين پوءِ ته اوري هليا تون، اهو رت پيئندڙ رتون ڪهڙيون ڏيندو
جو قرآن پڙهندي ٻه پئي ڪوڙ ۾ پيو، انهيءَ کان ڪفر جو ڇا وٽبو ڪفارو

***

جنت جو آهيان شهزادو
هُئم داڻي تان ڏِڪ کاڌو

ڪٿين لا وارث اڄ لاش ڏٺم
پوءِ ڌرتي ۽ آڪاش ڏٺم
ڪنهن پيٽ اڳيان بدمعاش ڏٺم
اهڙي شوق تي اڄ شاباش ڏٺم
تہ بہ سَڏجان صاحبزادو

ڪا ڏينهن ڏٺي جو ڏُک ڏِسي
ڪا رات جو هٿ تي رَاڻي ڪُسي
ڪنهن ويچاريءَ ڪان وَرُ رُسي
پوءِ پنهنجي اکين سان پاڻ پُسي
ڏِسُ آدم شاهہ جو اِرادو

آئون اشرف مخلوقات آهيان
يا انٿمي ڪو آلات آهيان
ڪٿُ ڏينهن آهيان ڪٿُ رات آهيان
ڪٿي ظاهر سچ جي ذات آهيان
تہ بہ مارڻ جو ٿس مادو

ڪهڙي ڳالهہ تي ڏِسُ آئون ڳهن ڪريان
هو پاپي تَڪي ويٺو مون کي پَريان
آئون پنهنجو ڪيئن ڏَسُ پيٽ پَريان
ويٺو ڌرتيءَ تي اهو ڌيان ڌريان
ڪٿ راجا آهيان ڪِٿ راڌو
***

نہ ڪو پنهنجي مرضي سان پيدا ٿياسين، نہ ڪو پنهنجي مرضيءَ سان ئي يار مربو
اڇڻ ۽ وڇڻ جو جي وهنوار وَرتئين، تہ دوزخ بهشت مان ڪهڙو پاسو پربو

ڪو رشوت ڏئي ٿو، ڪو رشوت وٺي ٿو، ٻئي پاسا دوزخ جو ٻارڻ چون ٿا
ڪنهن بي ڏوهہ مظلوم نياڻيءَ کي ماري پوءِ ڪارو ۽ ڪاريءَ جو ڪارڻ چون ٿا
نمازن ۽ روزن تي آ ويڙهہ جن جي، اهي ڪهڙو ڪلمون اچارڻ چون ٿا
حقيقت الائجي تہ جي ڪيڏانهن هلي وئي، حرامين جي هٿ ۾ رکو آهِ حربو

هينئر معاملو سيڪو پنهنجو مچايو، ويٺو واقفيت پنهنجي وڌائي
ڏين ٻانگ هڪڙي وڙهن واعظن تي، سنئين واٽ سيڪو پيو پنهنجي ٻُڌائي
اجان تائين راحت جو رستو نہ ملين، ڪو مندر جي پويان ڪو مسجد اڏائي
اسان جو تہ رستو ٻنهيءَ کان الڳ آ، اِنهن جي ئي گس تان نہ ڪڏهن گذربو

هي مغرور ماڻهو ڪو مسڪين ماري، مفادن جي خاطر پوءِ معافي وٺن ٿا
جهان ۾ تہ حق آ سين کي جيئڻ جو، هي جابر ڪهڙي جاگرافي وٺن ٿا
خدا کي آ معلوم سيڪو مهاندو، اها ڪهڙي چارج اضافي وٺن ٿا
ڏسي ظلم اهڙا ضعيفن تي ذر ذر، اسان جي ذهن ۾ زهر آهي پربو

عمل کان هتي يار آهي آڱوٺو، رُکو ڳالهہ سيڪو سڻائي سُڻي
نيت ۾ جنين جي رهن نانگ ڪارا، انهن جي پچر ۾ چڏيسين پُٺي
حيا وارو جيڪو هتي هوندو ”حافظ“ انهن جي تہ مرکو حياتي مُٺي
تڏهن شعر ڻاهي ڪو ٻارڻ ٿو ٻاريان، ٻُڌي جنهن کي پاپي آهي ڏس پگهريو

***

هتي ڏينهن سارو جي سجدا ڏيان ٿو ته مانيءَ جو مُلهه ڏَسُ مون کي ڪير ڏيندو
هي آدم جو پُٽ آ ملائڪ ته ناهي جڏهن پيٽ پربس تڏهن اک پٽيندو

اي جنت جا وارث دوزخ جا مالڪ، اي مصلي جي ڪولهيان مون کي ڪُهڻ وارا
هي هر روز مسڪين هيڏا مرن پيا، هنن لئه تو وٽ نه آيت اشارا
آ امت به ساڳي مهاندبو به ساڳيون نه اسين يهودي نه اوهين نصارا
نبي جي نشاني ٻنهي وٽ ٻُڏان پيو، ٻُڏا پيٽ تي ڪير پٽر ٻڌيندو

ويهي لال ڪُرسي تي ڪلمان لکو پيا، چا ايمان جو اگهه اوهان وٽ اِهو آ
گناهن جي نالي ۾ سچ کي پيا گهاٽيو، اوهان جي ڪِچيءَ ۾ وڏو ڳٽ اهو آ
پلي ڪنهن جي نياڻيءَ پئي نيلام ٿئي، پر اوهان ديندارن جو دوڏٽ اِهو آ
اجهي مون وانگي جي ٿا منصور جاڳن، ٻُڏاءَ ڪيترا سِرُ پوءِ قاضي ڪٽيندو

اوهان وٽ ته ايمان آهي اڌورو، اوهان جي عبادت تي اعتبار ڪهڙو
هي ستر فرقن جو سينهو مٿي تي سٽايو اوهان ۾ صحيح يار ڪهڙو
خدا جو خليفو ته آئون به آهيان، هي سنت نفل تي پوءِ تڪرار ڪهڙو
تهجد ۽ تقويٰ جو تورو آ تو وٽ، سُئي ساهمي پاڻ صاحب تَڪيندو

وڏي سَڏ هي واعظ وَڏِي ٻانگ وَرَ تي وٽائڻ لئه تو وٽ وڏو وات آهي
پڙهي پاڪ ڪلمون ۽ ماري مسلمان قُري ڪنهن جي ڏهٽن کان فرات آهي
ٻُکئي پيٽ وارو جي بنجي ٿو باغي ته ”حافظ“ اوهان جي پوءِ هيهات آهي
مگر ياد رک او يتيمن جا ماري، هتان ڪوبه خوني نه هاٿي ڪٽيندو

***

وڏو جِتي ڪو واڪ لڳي تو
اتي ئي سچ ڪي ڪاٿُ لڳي تو

بيان بازي لباڙ لاڦون
جَڏِيَنَ ليکو صفا ٿيون لاهي
ڪَلهي ذهن ڪي ڪات لڳي تو
اتي ئي سچ ڪي ڪاٿ لڳي تو

جيئڻ جو رُتبو اسان نہ چاتو
مُلين جو خطبو ٻُڌيو مَرون ٿا
وڏو شڪل جو شاٿ لڳي تو
اتي ئي سچ ڪي ڪاٿ لڳي تو

هلائوڪن جا هُجوم آهن
اسان جي حد جو خدا آ "حافظ"
سُڪون ڪي سوساٿ لڳي تو
اتي ئي سچ ڪي ڪاٿ لڳي تو

***

اسين نہ ڪنهن جي اچر پچر ۾ ازل کان آهيون اڌورا ماڻهو
اسان جون جهوليون جبر سان پريل اسان کي ڏسندي ڪنول ڪوماڻو

پَري هي منهنجا پساهه ويندا اتي بہ مون کان پڇا جي ٿيندي
انهن کي چوندس اتان اچان پيو جتي تہ سچ تي گهمي ٿو گهاٽو

سليان نہ ڪنهن سان ڳالهہ سچي آئون هتي بہ مون کي گمان آهي
متان اتان جو اَچي نہ پهچي جتان آ منهنجو هي روح اڏاٽو

جياپي وارو جهان آ يا هِتي بہ ڪنهن جي غلامي هوندي
هُتان جو باغي هِتي آ پهتو هِتي تہ ناهي ڪو جيل ٽاٽو

حياتي پوري حياءُ ۾ گذري، مگر حرامين تڏهن بہ هيسيو
اها تہ حالت سَٺي پئي "حافظ" تڏهن هُتان ٿس ڪو هالاٽو

***

سوچ جي ڪنهن سفر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو
آهيان اونهي ڏهر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

ڏينهن جو سُور آئون ويندس سهي
پر رات جي ڪنهن پهر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

ڪير غازي ٿي موٽيو آهي ڪربلا مان
شهيدن جي شهر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

ڪونہ ڪنهن کان پڇيم ڪهڙو مذهب اٿو
انسانيت جي اکر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

سياڻي ملي جيسين آب حيات
تيسين اڄ جي زهر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

اڃان وقت منهنجي وَصل جو پري آ
هينئر جيءِ هجر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

مون نہ پوشاڪ پاتي تہ چا ٿي پيو
رڳو ماني ٽُڪر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

زندگي جي ضمانت نہ ڪنهن آ ڏني
جيسين آهي امر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو

حشر هُن ۾ "حافظ" پاڻهين حق وٺندو
رڳو هن حشر ۾ مون ڪي ساٿ ڏيو
***

ڦٽڻ تي لوڻ ٻُرڪڻ جي فضيلت پيا سکن ماڻهو
حراميءَ کي حلاليءَ جو لقب ڏئي پيا لِکن ماڻهو

ڪٽي ڪيڏا ٻہ ڪاريگر ٿيا، ڪارو مُنهن هو ڪن پنهنجو
تڏهن پيا رنگ پڌرو آ پري کان پيا ٻکن ماڻهو

اسين گوشہ نشيني ۾ ٻہ ڪنهن سان يار گڏ آهيون
انڌي کي ڪيئن خبر پوندي تہ آڌو آ اکين ماڻهو

دُعا ۽ خير سيني لاءِ گهرنداسين پيا گهر ويٺي
اسان ڏي روح جو رايو ڪٽي ڪهڙو ٻہ رکن ماڻهو

جيئڻ جو حوصلو "حافظ" کي سيکاري ويئي جيجل ماءُ
تڏهن سو جام پيئون ٿا نہ جيڪو ٿا چکن ماڻهو

***

جتي اسان لئہ جهان سارو حجاب وانگي هجي تہ پوءِ
اتي ڪو نيت خراب مون لئہ ڪتاب وانگي هجي تہ پوءِ

ڪڏهن بہ سچ جي چوڻ ۾ يارو چڱائي ڪانهي اسين بہ چئون ٿا
وڏه هي ڏوه بہ ڏسڻ ۾ جيڪر ثواب وانگي هجي تہ پوءِ

اڳيان هو عابد پٺيان هو زاهد اچي چيائون اچو اسان سان
اسان جو نعرو پنهي لئہ يارو شراب وانگي هجي تہ پوءِ

اچي ڪو قاتل چوي اسان کي اوهان جو آئون مسيحا آهيان
اها بہ ان جي رحم جي دعوىٰ عذاب وانگي هجي تہ پوءِ

مون کي هي ڪهڙي مجال آ جو انهن جي حد ۾ هلي هي ”حافظ“
باقي ڪو سڪڻو سوال تنين جو جواب وانگر هُجي تہ پوءِ

***

وڏيري جي در تي وڃڻ آ گناهه
مُلئين کي ٻه يارو مڃڻُ آ گناهه

اسان جي طبيعت ٻنهيءَ کان ڪَڙِي توبهه
ڀَڏي هٿ ٻنهيءَ کي ملڻُ آ گناهه

تڪبر جي هٿ ۾ ڪٺيو لٺ هَلنَ ڀَئي
حقيقت ۾ اِئين هَلڻُ آ گناهه

ٻنهيءَ جي نه ٻولي اسان کي وَڻي تِي
ٻِنهيءَ جِي ٻِي ٻولي ٻُڌڻَ آ گناهه

ٻنهي کان نه وڌ ڪو شيطان هوندو
ٻِنهيءَ سانُ رشتو رَکڻُ آ گناهه

ٻنهيءَ کي ته هِڪَڙي آ ”حافظ“ سڃاتو
ٻنهيءَ کي پري کان ڏِسڻُ آ گناهه

***

وڪوڙي پيٽ جو واڳون، وٺي ويو وير ۾ آهي
ٻُڏڻ ڪان پيو هٿان پانهون، سُڄُو سرَ سير ۾ آهي

نڪَي تُنبي نڪو ترهو، نڪي سيڻاه اٿم سَاٿِي
پيو پاتار ۾ آهيان نڪي ڇاٽي نڪي واٽي
پُڄان ڪنهن پيچري تي آئون پتوڙيان پيو تيسين پاٽي
ڏسي لُڙ ڪِينَ لڳ لُڏندا ترڻ تقدير ۾ آهي

ڀلي ڪُن منهنجي ڪولهيان هوءِ مگر آئون ٻ ڪم ناهيان
انهي دهشت ۾ دڏڪي ڪان وڃان دٻجي سو دم ناهيان
اجان هڏ هٿن تي آهي صفا ڇوهڙو آئون ڇم ناهيان
گهڻو جي آب ارڏو ٿيو سهپ سرير ۾ آهي

***

شهيد ٿي ويو سڳورو سرمد، اڃان ٻه ساڳيون سماج آهي
ويهه ئي صديون ويون ٻري وسامي، هيئنر ٻه روشن هلاج آهي

ڪميٽو ڪهڙا ٻري ٿو ڪلما، اڪين جي آڏو عجيب لڳندو
اسان جون نظرون اتي ئي نڪتيون، نبار جو جِت نپاج آهي

اوهان جي پويان پڙهي هي تسبيحون، وجود مرڳو گهران ٻه ڪنهن ڪان
ٿيان جي ٻيجل ڪٽان جي سُرندو، ٻَلا هِتي ڪو ڏياچ آهي

ڪايان ٻه گهر جو، گلا ٻه مُنهنجي، انهيءَ ڪان وڏ ٻيو گناهه هوندو
هتي سڄو آ انڌي جي پويان تڏهن ته سنڌ تي اپهاچ آهي

پليت وانگي پٽيان لڳي جو، اهو ئي سڀ ڪان پيارو آهي
اسين نه ڪنهن جي پٽيان لڳاسين، تڏهن دنيا تي پهاڄ آهي

وڏي وبا ڪا وڪوڙي ويئي آ، وجود ڪيڏا وڪامي ويا هن
تڏهن ته ”حافظ“ اڃان آ هيٺو ٿيو نه ڪوئي علاج آهي

***

سَاڳيپ لاٽون سَاڳي ڏون، ساڳيو ڦِيرَڻ وارو آهي
سياست جو رنگ ڪارو آهي
ڪڏهن ”ق“ ۾ ڪڏهن ”ن“ ۾ ڪيڏو ٺَڳُ هوشيار آهي
سياست جو رنگ ڪارو آهي

قوم ويچاري اَنڌِي ٻوڙِي
ڪونہ سَڃاڻي نانگ ۽ نوڙِي
ٺَاڙين جي آ ٺَال تي ڊوڙِي
نَعري تي بَس نَعرو آهي

هي تہ وڏيرا روز وِڪامن
ڏاڍن، نانن، وانگي مامن
سَڪٽي ڪُني وانگي ايامن
ڪَهڙو مُنجهن موچارو آهي

تو لاءِ مون لاءِ شينهن جي هي مَٽ
ڏارين اڳيان ڳِدڙ ڪان گهٽ
متان ڊِڄين ڏسي مُڇين جا وَٽ
ڪوڙو بي ڪردارو آهي

پيپلو ليگلو پراپرٽي آ،
ڪائڻ جِي ٻِنهي ٺاهِي گهِٽِي آ،
توتي مون تي ٻيٽي چَٽِي آ،
شريف هِت ويچارو آهي

ايم ڪيو ايم جا جوتا جوڙين
نائن زيرو تي نِراڙ ڪوڙين

ڪيرِ ڇَڏي پيا پاڻي وِلوڙين،
ڪوڙن تي ڪانگھارو آهي

رات هُجي يا ڏِينهن هُجي ،
گوڙ هُجي يا مِينهن هُجي،
سنڌ سان پَنهنجو نِينهن هُجي،
"حافظ" جو اِهو نعرو آهي.

***

اسين هن دنيا جي حقيقت ڏسي
ويا تُنهنجي واعظ کان آهيون رُسي

ڪِٿي حال هاريءَ جو هيبت ڀريو
ڪٿي ڪنهن ڪنواريءَ تي ٻارڻ ٻريو
وڏو وات ڦاڙي وڏيرو وريو
ويچاري ونيءَ وَر کان اڳ ويئي کُسي

تنهنجو دين خاموش ته ٻه هو دلير
ٽُٽي ڪنهن نياڻيءَ جي ناحق پئي ڇير
اره رب ڏنو پر هي قابو آ ڪير
مِٽي ماءُ ڪولهيان دَرندي دَسِي

اجان ڪونج جهڙي ٻچي ڳٽَ ۾ آ
لڏي ڪنهن نه لالڻ آهي سُڌ سما
تڏهن حق بخشيو مُومل جو ماءُ
نه پوتي پيس، ۽ نه پينگهو پَسي

سڻايان ڪهڙو سڪ ڀريو داستان
نه ڪو تير آيو نه خوش تي ڪمان
وهيا رت جا دريا ۽ نڪتا نشان
اياڳي اَدِيءَ جي عمر تي اَسي

***

اجان ڪنهن ڪنهن راتين ۾ روزي کُلي ٿي
ٻُڌون پيا تڏهن مون کي ماني ملي ٿي

هي بارود هيڏو ملي ري بهاني
ڪيو مون کي محتاج آ ٽَڪي آني
چون ٿا ٿي جِيئري جهنم جي خاني
کُچان ٿو تہ پوءِ قبر ئي رُلي ٿي

ڪڏهن دين دنيا جو ڪَن هي ڌماڪو
ڪڏهن زَهد تقويٰ جو چاڙهين تاڪو
ڪڏهن خون ڪَريو پوءِ ٿاهين خاڪو
تڏهن تہ مون تي فتويٰ جي مُرلي هُلي ٿي

هي جيئري ئي وينا ٿي جنت جا وارث
نہ ڪي هي ٿڪن ٿا نہ موڙين آرس
هي مرحب جا مائٽ هي هر وقت حارث
هنن وٽ تہ حُورن جي حُرمت جُهلي ٿي

هنن وٽ تہ ۾ قرآن گيتا بہ آهن
۽ پيارڻ لئہ "حافظ" پليتا بہ آهن
هي ڪيهر ٻيلائي ۽ چيتا بہ آهن
هِنن کي نہ پيٽي ٻَلي ڪا ٻُلي ٿي

***

ويئو نانگ آهي نِڪري، لِيڪو پيو يار ڪُتجي
منهنجو ٿو ساهه گهُٽجي

ڪو احترام ڪونهي ڪو انتظام ڪونهي
تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ اڳيون امام ڪونهي
پئسي ڪي هر گهٽي آ غربت جي لڄ پئي لُٽجي
منهنجو ساهه ٿو گهُٽجي

قانون ڪهڙو آهي مسڪين پيڙو آهي
ڏاڍي جي لٽ ڪي ڏهه مٽا انصاف اهڙو آهي
ياڳي ڪي ڪَن ٿا قابو ٽاٽي مان چور ڇُٽجي
منهنجو ساهه ٿو گهُٽجي

***

رُسڻ واري کي جهل ڪانهي ملڻ واري کي جهل ڪانهي
اسان جي حال تي جَاڻِي ڪِلڻ واري کي جهل ڪانهي

هميشہ هڪ جهڙي هَلندي ڪڏهن ڪنهن جي رَهي ڪانهي
بيهاري مون کي برپٽ ۾ پڇڻ واري کي جهل ڪانهي

ڪَمائِي ڪُوڙ جي آ هت سچائي سُور ڪائي تي
ڏُکي ان راھ رُڪ جي تي اچڻ واري کي جهل ڪانهي

اسان کي آسرو الله ۾ سڀ ڪان وڏو آهي
صبح ۽ شام جو جنهن کي سڏڻ واري کي جهل ڪانهي

فقط هڪ سال ۾ ابليس کي تي ڏينهن لڳن پٽريون
باقي آدم کي روزانو هٽن واري کي جهل ڪانهي

انهن ماڻهن مان آئون ناهيان جنين جو حال جوٽو آ
آئون "حافظ" تي هتي رهندس هٽڻ واري کي جهل ڪانهي

***

نہ اِيندن جي آڏو نہ وِيندن جي پويان
جِتي مُنهن آ ميرو اتي پير ڏوئيان

نہ سَجدي جي جاءِ جي سَاچاهہ جِن کي
نہ سُقراط سرمد تي ويساهہ جِن کي
نہ سمجهائي سَگهيو آهي شاهہ جِن کي
انهن جي عقل تي آئون کهڙو روئيان

جَتي پَارسائيءَ جي پَگ آ پليتي
اتي پنهنجو مذهب نہ مندر مسيتي
پنهيءَ کان الڳ تي اسان نيت نيتي
وَڻائِڻ لاءِ آئون تتو ڏُوندِ ڏِويان

جِتي روح جي ڪَانہ رَاحت سُجاپي
جِتي ويٺو بي اِيمان اِيمان مَاپي
جِتي بي ڏوهيءَ کي پِيو ڏوهي ڏوراپي
اتي آئون کهڙا وِيهي موتي پوئِيان

ڪِنين آ صليبن جو وَرتو سَهارو
ڪِنين ٻِئي جي حَق کي ڏِنو آ ٻُهارو
اِهو حال "حافظ" ڏِسِي ٿيو ڏُکارو
تڏهن ڇهڪ پَنهنجا پُراڻا پِيو ڇويان

***

ڪنهينَ وٽ گوڏ ڪانهي ڪا، ڪِنهين لئہ روز نَئين گاڏي
ٻَنهيءَ جو ساڳيو آ ڏاڏو، ٻنهيءَ جِي ساڳِئي آ ڏاڏاي

اڳهاڙين پيرين ٻئي آيا، هتي ڌرتيءَ جي دامن ۾
وڏي ٻي واجبي ٿي آ، ورهاست ۽ ورهاڱن ۾
هلي پيرئين اڳهاڙو ڪو، اَچي ڪو پيو اڏامن ۾
ٿئي ڪو پنج دفعا لاڏو نہ ٿي ڪا هڪ دفعو لاڏي

جمهوريت جون ٻہ ڪيئن جنسون هتي جوڙين پيا جابر
نوان ٻج آڻي نسلن جا، ٻيڙو ٻوڙين پيا جابر
بنيادي حق وارن ڪان تہ مُنهن موڙين پيا جابر
اسان جي ليڊرن جي اک، ڪڏهن ڪاڻِي ڪڏهن ٻاڏِي

اوهين جي مڙس ماڻهو ٿيو، تہ دشمن ڪان درياءِ واريون
ائين معذور ٿي ويهندا تہ ڪِين ٿا پوءِ ٻچا پاريون
انهيءَ جو آسرو ئي ڪهڙو، ڌُريان ئي جو آهي ڌاريون
اوهين "حافظ" جي هِڪ تي پئو، تہ ڪانهي ڪا بہ شئي آڏِي

***

آهيان ڏينهن جو آئون ڏاڍو سين ڪان، آهي رات مون لاءِ تي رُڪ جهڙي
مون ڀانيو تہ مون ڪان پَري ڪن ملنديي، مگر ڀاڄهہ مون کي ملي ٻُڪ جهڙي

نہ ڪو جان جلاد ڪان جلد نڪري، نڪو ساهہ منهنجو سنوت ۾ اچي ٿو
ايئن ئي آهيان بسمل پيو ٻُل ڪايان، اجان ياگ ۾ پيو ڏسان ڇا بچي ٿو
هي منهنجي نصيبن جي هي نشاني، ڪو نادان مون کي ڏسي ڪيئن نچي ٿو
ڪئي ڪانہ منهنجي پرين پؤاري، ڇَڏِي حال پنهنجو ڪيمہ ڇُڪ جهڙي

مسيحا بہ مون لاءِ تہ ماري تي آيو، ٻڌايو مَجان آئون ڪنهن جي مهرباني
چڙهيس جنهن جي ٻيڙي ۾ سوئي تو ٻوڙي، ڏيکاري پيو هر ڪو مون ڏاڍو جواني
ورهاست جو وارث خدا کي ڪيو جن، انهن ئي تہ مون کان کسي منهنجي ماني
سهپ ۾ سکيو يار سپ ڪجهہ تہ آهيان، مگر ماڻ مون کي لڳي مُڪ جهڙي

اجايو تہ ايمان مون وٽ بہ ڪونهي، جو اڇلي ڏيان ڪنهن بي ايمان کي
پَڙهي پاڪ ڪلمون ڪري ڪمہ ڪفر جا، مجايان تنهن نقلي مسلمان کي
جي مومن آهين پوءِ تہ مون وانگي تي اچ، نهاري ڏسون هن نگهبان کي
حياتي ڪان بيزار ”حافظ“ ناهي، پر مِلي ڇڻ تہ مون کي زهر ڏُڪ جهڙي

***

ڪير زماني ۾ ڪي تو جَهلي
هُو جِيئن وَڻي تِيئن پيو هَلي
اسان پارو هِت پاڻ تو پَلي
هُو جِيئن وَڻي تِيئن پيو هَلي

ڪنهن جو زور تہ زَرداري ٿيان
ڪنهن جو زور تہ ڪمداري ٿيان
ڪُوڙو ڪپتيو ڪُڏڪاري ٿيان
جِتي بِيهان اتي هُجي بَلي

ڪوڙ جو هر ڏينهن اڳهہ چُري پيو
سچ جو مُرڳو مُور ئي مَري پيو
هي بہ ڦُري پيو هو ڦُري پيو
سُور ويچارو ڪنهن سان سلي

هن جا رنگ نِرالا آهن
سچ کي لڳا تالا آهن
ڪُوڙ جا ڪِيئي نالا آهن
مُلون بہ ويٺو وياج کي مَلي

”حافظ“ پنهنجو هانوءَ سنياريان
سَچُ کي پوئتي آئون نہ نهاريان
اتي پيو پنهنجو اندر نِهاريان
جِتي انڌو پيو سچي کي کَلي

***

# واقعاتي

ٻٽائيءَ جا ٻاتي هتي ٻُک ماري، هي پوتار خوني ٻهاري گهُرن پيا
ٻُڏي ڇڏ تہ هاڻي انهن کي ڏٻي ٻنڌ، جيڪي سنڌ ڏانهن مرضَ موذي سُرن پيا

جنين ڪالهہ شيطان جي شال اوڍي، ڪُتا ڪئين هئا انسان اجل کان بہ اڳ ۾
اجان ٻيو انهن کي ڏيو جابرو ٿا جيئڻ لاءِ مون کان ڪَسي جاءِ جڳ ۾
اي والي اعظم آئون تيسين پيو وڙهندس، رهيو خون جيسين آ منهنجي تہ رڳ ۾
انهي ويڙهہ ۾ ويل لاءِ فاضل ۾ هوشو  هِيئين ۾ هُرن  پيا

اي چنگيزي چمچا چڙائي اسان کي ٻڌايو اوهين کهڙي چوٽي تي چَرندا
اوهان کان سيئي وير ساري پو وٺندا پائي ويس فاضل جو ويڙهيچا وَرندا
لُٽيرن کي لوڏي ڪَڍي لوڪ مان ڇڏ، نہ معصوم ڪنهن جا پوءِ ٻار مرندا
آهيان چاليهہ سالن کان آئون ڇپاڙيل وري مون کي کائڻ لئہ ٻيا ڏند ڇُرن پيا

هي منهنجي نسل جي بقا جي آ پيٽي، هنن جي نمائش لئہ ٻي جاءِ نهاريو
هي ٻاڙي جا پاپي اسان کان پري ٿين، وڃي ڪعبي قبلي کي ويجها نهاريو
اڳي بہ ڪلمي پائي ڪنيا هئم ڪُلهي تي، تنين بہ رت منهنجو گهٽو اڄ آ هاريو
انهي ڏوهہ جا اڄ عمل هن اڱڻ تي، ٽُراڙي ۾ کهڙي طرف ڏس ٽُرن پيا

---

سنڌ قومي اتحاد جو جلسو ٿيو، جنهن ۾ ٻهارين جي خلاف حافظ صاحب مٿيون نظم پڙهيو هو

***

اهو ٻار پئجي ويو پيٽ ۾
اسين ڪيئن ڪنداسين ڪَتي چيٽ ۾

انهي ٻي نڪاحي ڪي ايڏو ڏنا پانيو
صبح شام ان جا ويٺا ڳيت ڳايو
انهيءَ جي اچڻ لئہ چنا ويٺا چانيو
وڪاڻان آهيو ڪنهن وڏي ريٽ ۾

اڃان يار پيدا اهڙا ٻار ڏيندا
تہ چشمہ ۾ پنج ند جهڙا پار ڏيندا
اسان جي ٻچن تي وڏا وار ڏيندا
ٻُڏا ڪير ويندو ڪري ڪيٽ ۾

اڃو اهڙي ماءُ جو مٿو چو نہ ڦاڙيون
حرامي ڄڻڻ لئہ هٽي ويٺي ڄاڙيون
سَتين جي اڳيان اچ اگهامن اگهاڙيون
نہ ورندو نہ سرندو مِٽي مِيٽ ۾

ڄمڻ چو ڏيو هي تہ هينئر ئي ڪرايو
سو پنهنجو تون چوندين جو هوندو پرايو
متان سچ چوڻ تي اوهين مون کي مارايو
بيهاري هن "حافظ" کي ڪنهن ٻي پيٽ ۾

---

سيد علي مير شاھ جڏھن پاڻي ۽ بجلي جو صوبائي وزير ھو تڏھن اخبارن ۾ ڪالا باغ ڊيم بابت بيان ڏنائين تہ اِھو ٻار اڃان پيٽ ۾ آھي ئي ڪونہ. ان بابت اڃايا خيال ۽ ويچار نہ وندبيو. ان متعلق حافظ صاحب اھو مٿيون نظم چئي ٻڌايو

***

هاڻي تي ويا پوڙها آهيون
سچَ ٻُڌڻ کان پوڙا آهيون

جوانيءَ ۾ ڪَئين جوانيون ماريم
ماءُ ۽ ڌيءُ ڏِي ڪونہ نهاريم
ٻنهيءَ تي پنهنجو ٻيڙو تَاريم
ٻُڌندا نہ هاءِ گهوڙا آهيون

نيراني ۽ ناشتو پوءِ
پهرئين جانچون ٻئي جي جوءِ
ڪنيي ڪٽبس ڪير بہ هوءَ
ڪندا ڪوسا ڳَوڙا آهيون

آخر سنڌ اَمير هُئاسين
ظالم بي ضمير هئاسين
پنهنجي ليکي پير هئاسين
ڏانَ بہ وٺندا ڏوڙا آهيون

رات جي پيٽ ۾ راچ لڏايم
ياڳيا ٻَڌائي چور چڙهايم
"حافظ" صاحب پاڻ پڏايم
ڇِڪي لاهيندا چوڙا آهيون

حافظ صاحب جو مٿيو نظم سنڌ جي وڏيري جي مجموعي ڪردار متعلق آهي

***

ڪاٺ جي پورهئي تي هي ڪنواريون گهر بنا گذران پيون ڪن
هٿ ۾ هٿوڙو حال اِهو هر ڪنهن کي ڏِسُ حيران پيون ڪَن

رات جو پهرو پاڻ تي ڏين ڏينهن جو هيڏا ڏُک ڏِسن
ويچارين جو وات بہ بند، هو ڪنهن کان پنهنجو وير وَٺن
ارڙهن سالن جون ٿيون آهن، ڪا تہ اندر ۾ آس اٿن
پَٽُ اکيون تون پاپي ڏِسُ، هو ڪهڙو بُت بَيران پيون ڪن

پيٽ جي خاطر پَٽَ تي ويٺيون ڏينهن تتي تہ بہ ڏاڪ ڪُٽِين
سج لٿي جو سانجهڻ کان پوءِ ساڻيون ٿي ٿيون سَاهُ پَٽِين
مهيني کان پوءِ ماٺ ماٺ ۾ پنهنجي مُنهن ٿيون ميٺ مَکين
ايندن ويندن جي ٿيون اک ۾ موهيو ڪَئِين مستان پيون ڪَن

روڊ جي پاسي ۾ هي راڻيون مون کي روئاڙي پاڻ رُنيون
لعل وَهيءَ تي لڙڪ وهي پيا، وَرَ بنا هي ڏسندي وَنيون
ڪي تہ وڏيون ٿي ويٺيون آهن ڪن اڃان ڪديون مس ڪَنيون
اڄ سياڻي سڀ اٿڻ جو تنهنجي اڳيان اعلان پيون ڪَن

متاري هوٽل جي پَرسان ڪاٺ جو ڊِڪو هو، اتي نوجوان ڇوڪرين ڪاٺ جي ڊِڪي تي مزدوري پي ڪئي، حافظ محمد نظاماڻيءَ ۾ ٻئي هڪ نوجوان جو گذر ٿيو، ان متعلق حافظ صاحب مٿيون نظم جوڙي ٻڌايو

***

مُنهنجي دل ۾ درد آ، ان کي نہ تو جي دُور ڪِئو
پوءِ ٻُڌا توکي خدا ڇا لاءِ مون مشهور ڪِئو

ڪالهہ رڙهندي تي ڪو راهہ جو راڻو ڏِٺم
هو صفا بي حال پر مُنهن ۾ جهڙو ماڻهو ڏِٺم
توکي ان جي حال کان الله اڻڄاڻو ڏٺم
تہ بہ تُنهنجي محبتا کي هُن آ مُرڪندي منظور ڪِئو

پوپري پورهيو پئي ڪيو، پرمار تيسين اُت پُڳو
ڳالهہ ڳائڻ جي هَلي پئي مون ٻُڌو روئڻ رُڳو
ان ستم تي ڇو پلا نہ تي سيڪ سرور کي لڳو
ڪنهن شڪاري ڏَسُ جتي ڪَيڏو آهي ڪلور ڪِئو

پاڪ نياڻي پيٽ خاطر ڪيئن پنيو پئي مون ڏٺو
تنهنجي اڪ آڏو نہ آئي يا خزانو ڌَئي کُٽو
لوڪ جا طعنا مليا ۽ پيو بہ سڀ ڪجهہ هُن سَٺو
اي ڌٽي دنيا جا ڌِڙُس تو هي ڪهڙو دستور ڪِئو

هوڏ "حافظ" جي نہ آ توکان حقيقت تو پُڇي
نانءُ هڪڙو تو ٻُڌان ان جي ڪري هي ڪِيئن ڪُڇي
تو لِکيو سڀ جو لِکيو، تَنهن جي ڪري تي لنؤن لُڇي
تہ بہ مَلڪَ منهنجي مٺان مالڪ تو آ معمور ڪِئو

***

پڪ اٿم ڪنهن پاپ جي خاطر تو تہ وڏيرا وات پَٽيو
مون نہ ڏٺو پر ٻين ٻڌايو، رئيس ويٺي ڪو لاش لٽيو

صورت ڪنهن نہ سجاتي هئي، پر سمجھ ۾ آيو هو ڪو صغير
سهڻي مُنهن ۽ سوني رنگ جو ٻالھ نہ پُڇ هو ڳل ڳيير
مومل ماءُ کي مُنهن نہ ڏيکاريائون ڪٽ چڙهي ڏي ڪنهن کي ڪير
هٿ ٻڌئين ۽ پيرين پئي تہ بہ هو تہ حرامي ڪونہ هَٽيو

ماءُ ويچاري ماٺ ڪريو ٿي پنهنجي مُنهن ماتام ڪري
چَپَ چُريا ڪنهن کي چئي چو منهنجو ڄائو مون کان پري
هڪڙي ساعت هيڏانهن ڪَريو هٿ لايان ڪجھ هانوءُ ٺري
گهوڙاڙي هِن گهُرڻيءَ سان ڳڏ ڪيئن ٿي نماڻي نير گهُٽيو

پاڙي ۾ جي پوڙهو مئو تہ بہ راڄ سڄي ۾ هوندو رُئاءُ
هن تہ ويچاري راڻي پٽ لاءِ روئي هڪڙي رَاڻي ماءُ
ڳوٺ ڏٺين کي ڳهن نہ ايندو ٻالھ پلي پيو "حافظ" ڳاءُ
نيٺ تہ پوندي تن کي نوڙي ڪالھ جنين هو ڪيس ڪٽيو

***

جِتي علم ادب جي کوٽ آهي
اهو منهنجو پنهنجو ڳوٺ آهي

جتي ڪُڪڙ ڪُتي جي ڳالهه وَڏي
جتي هيڏي ڪي لٺ  هر ڪو هَڻي
جت ڪوڙ جي سيڪو ڳالهه سُٺي
۽ سچ کي سدائين ٽوٽ آهي

گوڏ گنجي  ۽ پير اگهاڙا
سُوئر پُٺيان وَڃن سِرَهاڙا
اَٺان اَٺين ڏينهن هِتي آڪاڙا
مڙس مندبو اڻ موٽ آهي

جت ماءُ کان مُرشد مٿي مَڃن
ڪنهن ويجهي مائٽ ڏانهن نہ وَڃن
آ ڏاڙهيءَ تان کِل مُڇون مَڃن
رڳو ڏيکاءُ لئہ ڦڙ ڦوٽ آهي

ڪو ٿو مَنو جِيئَن مُرلي ڪٽي
ڪو حاجي خان جي حام هٽي
ڪو "حافظ" وينو ووٽ ڳٽي
پوءِ روز نَئِين تہ رپورٽ آهي

***

# سنڌ / سنڌو درياءَ بابت

رات جي پيٽ جي اوٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو ائين
سنڌ جي نانءُ تي ڪوٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو ائين

پاڻ چاهي هُجون نہ هُجون هرج ڪونهي اِهو
پنهنجي تاريخ ۾ ٿوٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو اِئين

ماڪ تي جي نہ پهتس مڙئي خير آ
سات اڌ ۾ ڇڏي موٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو ائين

بزدليءَ ڪي تہ ڪَئين ٿا بهانا ملن
بي ضميرن اڳيان ووٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو اِئين

ڳالهہ ”حافظ“ جي هوندي حقيقت پري
سو چ پنهنجي ڇڏي نوٽ آئون رکان ڪونہ ٿيندو اِئين

***

اَڇ تہ اَڇ ايمان کي توري ڇڏيون
سنڌ ڌرتيءَ تان هيءُ سِر گهوري ڇَڏيون

جنهن جي مٽيءَ کان مٽي ٻيو ڪجهہ نہ سمجهہ
دينداريءَ جو ڌرم اوري ڇڏيون

جنهن جي سيني تي ٻيهہ سجدو خدا کي مون ڪِئو
ان تان ڪُوڙي ٻَت کي ڪوري ڇَڏيون

غيرتون گهوٽن جُون ڪِئين مَرنديون ميان
بي حيائن جا تہ سِرَ پوري ڇڏيون

صرف ”حافظ“ تي نہ پئي تاريخ ۾
مون تہ ان لاءِ سڀ ڏِسون ڏوري ڇڏيون

***

خَبيث جهڙو خراب ڇَهرو مليو تہ ڪهڙو قرار هوندو
حُجَاج جي پڳ مٿي تي پاتئين سکيو تہ چاجو سُڪار هوندو

نڪو ئي بانگون نڪو نمازون، اسان کي نيتون نڪور گهُرجن
پرايو ڪائي پڙهي جو تسبيحون انهيءَ جو پڪ سان پگهار هوندو

جِنين جي ڪُنيت سدائين ڪُرسي، تنين کي ڪهڙو قياس پوندو
جَتان پيو ايندو اتان پيو ويندو، انڌي گهوڙي تي سوار هوندو

چوان ٿو آئون چنيسرن کي ٻلي علاؤالدين اسان تي آٽيو
اوهان جو پنهنجو معيار آهي اسان جو پنهنجو معيار هوندو

يزيدي فوجون هتي ٿرن پيون تڏهن ٿيو پاڻي اسان جو بند آ
امام وانگي اجارو جنهن ڪيو خدا ڪندو سو خوار هوندو

اِها ئي ڏرتي اِهوئي ”حافظ“ هميشہ هوندا حبيب وانگي
انهن سان جيڪو ٿٿائي مرندو ٻڌاءِ سو ڪهڙي قطار هوندو

***

آدم کان وٺي آذر تائين منهنجو سينو صاف نہ ٿيو
بهشت منجهان مُنهنجي بدلي ٿي، تڏهن دوزخ جو ٽا دڙڪو ڏيو

ڪالهہ بہ مون هئا ڪلمان سکيا، لک سوا جي ليکي تي
هيڏو ڏاڏي مُلڪ وڃايو هڪڙي حوا جي ليکي تي
هَٽ ٻڌي مون کان هَڙ ڦري ويا، بيپرواهہ جي ليکي تي
ڪنهن تي ڏس پوءِ ڪاوڙجان، جي ڪالاباغ بہ ڪنڌ ۾ پيو

سنڌو ڪي جنهن ناهي سڃاتو، تَنهن سان ڪهڙو سنگ ۽ سياءَ
مَرڻي پَرڻي منهنجو ناهي، پلي ڪٽي هُجي منهنجو ڀاءَ
مات ڪري جي هاڻي وينس، معاف نہ ڪندي ڌرتي ماءُ
دين ۽ ڪلمون پنهنجو هَڪڙو، پوءِ بہ درياءَ ڪي در پيا ڏيو

پاڙي وارن جي سائين، پارت ڪيئي آهي رب رسول
پنهنجي بَبِ پَرنڻ جي لاءِ تون پيو جوڙين انڌا اصول
رزق حلالي تنهنجو ناهي، ”حافظ“ ٿيندئي ڇا تہ حصول
پنهنجي پتي وڪڻي، پوءِ منهنجو ڇو ٽا پاڻي پيئو

***

هي پاڻي آبِ حيات جو اٿئي، هن سنڌوءَ ۾ منهنجو ساهُ آهي
جو هن جو ويري آهي وڏو ، سو بُرو مُنهنجو نہ ڀاءَ آهي

هي ساهہ جي رَڳ ڪان مون کي مٿو، هِن تان نہ ڪڏهن آئون هٿ ڪڻان
تون سمجهي ڇڏ او دشمن سنڌ، آئون سؤ دفعا ڀل سُوري چڙهان
آئون واڪ وڏي سڏ ڏيندو آهيان، توکي تہ وٺان يا نہ ٻہ وٺان
هن ڌرتيءَ سان منهنجي دل آهي هي ڌرتي منهنجي ماءُ آهي

هن قوم جي قيادت ڪانهي ڪا، نہ تہ تون ڪيئن درياءَ ڌار ڪرين
ايڏي طاقت تو ۾ آئي ڪٿان، جو ايڏو وڏو وار ڪرين
تون ماضيءَ مُنهن ورَائي ڏِسُ، متان پوءِ مون تي ميار ڪرين
تون سَيرَ پنهنجو سمجهين ٿو تُنهنجي پٽي هڪڙو پاءُ آهي

جو سنڌ امڙ جا پير ڪٽي، آئون ان جي پويان آهيان پيو
جو ميري اک سان مُنهن لڳو، ان لئہ "عنايت" ٿيندس پيو
جي ٿيج جو حق ادا ٿا ڪريو تہ پوءِ هوشو، هيمون "حافظ" ٿيو
تون ڏيان تہ ڪر او ديس ڏٽي، توتي دَانهِين خود درياءُ آهي

---

حافظ صاحب جو مٿيون نظم ڪالاباغ ڊيم جي خلاف جوڙيل آهي.

***

جو دادلو درياءَ سَڏبو هو، اڄ تنهن جو ناهي ڇو ڪو ڏَٽي
ڇا وارث تنهن جا وڪامي ويا، يا وَڃي ڪا ٽِن ڪي واءُ ڪَٽي

جنهن سير ۾ سُهڻي ترندي هُئي، سا سير اسان کان ڇو وَئي سُڪي
جنهن درياءَ کي ڪپ ڪونہ جهليو، تنهن جي لهر ڪيڏانهن وئي يار لڪي
جا جبلن کان ڪنڌ هيٺ ڪري ايندي سنڌ جي جهوليءَ ۾ هُئي جُهڪي
سا رهزن گس ۾ روڪي ڇڏي جا ايندي هِت هُئي هام هَڻي

جا آزادي ٿا مون لئہ چئو سا آهہ غلاميءَ کان بہ ڪِني
جنهن جو پاڻي بند ٿي ويندو آ تنهن جي تہ حياتي ڇڻ پُني
سي ڪيئن پلا آئون پاءُ چوان ڪَئي ههڙي جُٽ آ مون سان جِني
ڇو ماٺ ڪري بي موت مَران وڃي سنڌ جي پَل ڪو لَڄ لَٽي

جو انڌو منڊو ٿيندو آ ان کي بہ ميارون ڪونہ ڏبيون
جو پيءُ تي ڪونہ ويندو آ ان کي بہ ميارون ڪونہ ڏبيون
جو پنهنجن جو رت پيئندو آ ان کي بہ ميارون ڪونہ ڏبيون
آئون دودي دولهہ کان ٿو پُڇان ڇو سنڌ مري پئي هڪڙي ڇَٽي

اڄ رات کان آئون جاڳان پيو، من پرهہ ڦٽي تہ ڪا پَهر ڏسان
هن رات جي وات مان جان ڇُٽي ڪو ڳوٺ ڏسان ڪو شهر ڏسان
”حافظ“ جي هٿن ۾ سڀ هُجن ڪنهن سان نہ هتي ڪو قهر ڏسان
جنهن ڳالهہ کي ويٺو آئون ڳٽيان اها ڳالهہ اجان سڀ ڪنهن نہ ڳِٽي

حافظ صاحب جو مٿيون نظم ڪالاباغ ڊيم جي خلاف رسول بخش پليجي واري جلسي ۾ پڙهيو ويو

***

پريس جو رکو پورائو ٿئي پيو، عمل جو نالو ڪٿي بہ ڪونهي
اڇن وڃن پيون رکو اونداهيون، اڇو اجالو ڪٿي بہ ڪونهي

گهٽئي ڏٿوسين، گهٽئي سَٿوسين، اسان ۾ هاڻي سهپ ڪٿي آ
اسان کي جيڪو سُرور بخشي، اهو پيالو ڪٿي بہ ڪونهي

ظلم ستم جو سُڪار آهي، سچو ڏينهن سچ کي ڪُٺو وڃي پيو
هِتي رکو پيو ڪيڏارو ٻُڌجي، هو جمالو ڪٿي بہ ڪونهي

وري بہ سنڌ کي ورهائجڻ جون، ٻُڌان پيو ڳالهيون ٻين جي واتان
صدين کنان هِن سڳوري سنڌ تان، لٿو ڪشالو ڪٿي بہ ڪونهي

هجيئن ها "حافظ" سچي بہ سنڌ جو، اوهان جي سامهون ايئن ڪونہ چئي ها
اسان کي جيڪو ڪري، اڏو اڏ ٿهيو سو يالو ڪٿي بہ ڪونهي

***

آئون آيو آهيان ساز کڻي ڪو اندر جو آواز کڻي
هو ڪرسين تي جيڪي ويٺا آهن سي منهنجي ٻولي سگهندا سُڻي

مون رند ڏٺا ۽ چند ڏٺا مون سوڍا پٽ ڪئين سِنڌ ڏٺا
هي منهنجي سامهون ڪير آهن سڀ ڌرتي ماءُ جو وير آهن
هِنن ڪيڏا ڪيا انڌير آهن هي پوءِ به هلن پيا ٻانهن هڻي

هي زور رکن ٿا چاڙي تي مون ڪالهه به روپا ماڙي تي
ڪو هٿ رکيو هِن ڏاڙهي تي آئون سنڌ نه ڏيندس سودي ۾
جيسين ساهه هوندو هِن دودي ۾ مون کي شڪ آهي هر شودي ۾
اٿم ڌرتي خاطر ويڙهه وڻي

هو ڌارين جو دلال آهي وِڪبو سارو سال آهي
هو چڻ ته پڙي جو مال آهي آئون واپاري ٻهي ڪونه آهيان
آئون ڍڪاري به ڪونه آهيان ۽ ان جي ٻاري به ڪونه آهيان
آئون "حافظ" آهيان ڌرتي ڌڻي

***

# داستان

عمر مِنٿَ تُنهنجي مَڃڻ کان مٿي آ
تُنهنجي سيج منهنجي سمهڻ کان مٿي آ

صُلح جو نہ توسان سبق ماءُ سيکاريو
قضا مون کي تُنهنجو قلعو هيءُ ڏيکاريو
هتي آءُ نہ وهَندس هُوئِين تو ويهاريو
پَلِي پَر اَباڻَي پَڃڻَ کان مٿي آ

قبر ڪوٽ تُنهنجو ادا جنهن لئہ آهي
ڪڏي چڏ اِها وَڃي مال ڪاهي
نہ ڪو وير وَرَندئي نڪو راتيون راهي
ٻُڌي چڏ تہ هيءَ ٻانهن ٻُڌڻ کان مٿي آ

سنگهارن جي صُورت صبح شام سَاريان
حويلين ۾ ويٺي هيڏا نير هاريان
ڇڏي گهوٽ پنهنجو توسان گڏجي گهاريان
اِهو لقب مون کي لَڳڻ کان مٿي آ

حياتي ۾ ”حافظ“ حڪم ڪونہ هَلندئي
مُئي کان بہ پوءِ مارئي هي نہ ملندئي
ڪندو رب مُنهنجو سچو راڄ کلندئي
مگر ڪيت جي مگ کِلڻ کان مٿي آ

***

ظالم تُنهنجا زوراور هي ٽوڙيندس زنجير عمر
حق جي خاطر ڏاڍا هٽندس طاقت سان توکي ٽير عمر

ڪولهيان تُنهنجي ڪيئن ويهان مون سانگيئڙن جا سَڏَ سُئا
جنس ۾ عورت آهيان توکي ماريندس ٿي مرد مُئا
جڳ سچي ۾ سومرا سڃندو تنهنجي راڻين جو ته رُئا
سڀ سَتيون ڏينديون سجدا مون کي، ماريندئس مهمير عمر

پاڻي خاطر پاپ ڪيو تو پيار تُنهنجي کي ڪِينَ پُڇون
کنڌ ڀڳل آهن ڪنواريون ليڪن ڪوٽ تُنهنجي ۾ چو نه ڪُڇون
ويڙهه ڦٽي ڪر ڇَڏ وچي هُن ويئر تان آئون پياريان وَڇُون
ضد ڀَڏئي چو زائيفان سان توکي ناهي ذرو ڪو ضمير عمر

ڪَن ڏيئي ٻُڌ ڪوٽ ڏٺي هن ڪوٽ ۾ هوندي ڪُوڪ نه ڪاءُ
محل ۾ ڪيئن آئون موجون ماڻيان هٿُ مَنهه ۾ مُنهنجي ماءُ
تون ڀلي پيو ڀؤنڪ مگر هي ڀاڳياڻي توکي سمجهي ڀاءُ
ٻَن وجهي تنهنجا ڀوڙ ڀلاءُ آئون کيت سان پيئندس کير عمر

گهوڙا منهنجو گهوٽ هُتي آئون توسان ڪڏجي ڪيئن گهُمان
پٽ تي پاسا ڪوڙڻ واري سَٽُ رَنگيءَ تي ڪيئن سُمهان
ماندي ٿي آهيان منٿ ڪري ڇڏ چؤنري ٽِن جا پير چُمان
هوش وڃائي هُوئين ويٺيئن آئون ته ٽِيئين همشير عمر

ڏيان ڏنئي ڪو رب ڏٽي ڪڻ ڏنارڻ جون تون نہ ڏيئون
ڪِينَ وَٽنَ هي طهري تُنهنجا روزاني اسين رَبَ پيئون
سوالين ڪي او سومرا صاحب ڏوهيو هٿن سان ڪير ڏيون
تَرس تہ ڪر تُنهنجي طعني لئہ ڪٿان تاٽيون تقدير عمر

پد پڌي چو تنهنجي پاران ويڙهيچاڻو وَرَ يَجان
سونا زيور تَنهنجي سامهون، پائي چو آئون پَر يَجان
محل ڏسي آئون ماٺ ڪري چو گهوٺ جو اَيرو گهر يَجان
"حافظ" چئي آئون حق پنهنجي ڏانهن واپس ويندس وير عمر
***

سانگيئڙن ۽ جهانگيئڙن سان، ديس وسي دلدارن جو
جن سان عمر ڪَئي اراڏي، مُون ڪي سُور تنين آ سنگهارن جو

ڪُوهر تي جي ڪير پيارين، ڪاٽان تن سان خَار رَکين
ننگ پريون آهن نياڻيون، جن جون، ناحَق سي نَادار رکين
اشرافن جي عزت تي تُون ڪيئن تو عمر اختيار رَکين
ڪِيئن مجان آئون توکي، موڳا موت تِئين تُون مارُن جو

مارُوئڙا هُن مُلڪ مُنهنجي جا محبت وارو مال وٺن
ڪِينَ ظُلم سان زوري تو جيئن، ظالم ڪنهن جي زال وٺن
ڏڏُ متي هو ڏينهن گذاري سائل جي سنڀال وٺن
ديس ڏٽي ڪجهه ڏيان ته ڪر چو ڏڻ لُٽين ڏنارن جو

روزمره لئه نَيون رَاٽيون، راجا پنهنجو رب سُڄاڻ
پنهنجي گهر مان ڪا ته ڪنواري، عمر ٻي ڏي تون ته اُماڻ
سُڌ پوئي پوءِ سومرا صاحب، سَتي ڪنهن جي لڄ سُڃاڻ
ڪِيئن پيئان آئون پاٽي توسان، پَاپُ ڪِيئي پڳدارن جو

تنهنجون ماڙيون ماهه راڻيون، مون لئه ڪيت جي سهڻي ڪَٽ
سرتيون هو سڀ سارينم پيون ٿانو رکيو هُن توهر وَٽ
چڏ پُڇان آئون پاڙيچن کي، پوريل اکيون پَنهنجيون پَٽ
ڪڍ نيئر تون ناحق جا هٽُ حال ته ڏِسُ حُبدارن جو

موت کان موڪل مَهند ڏِجئين، اي مير عمر مُنهنجي منٿ مَڃين
قادر مون تي ڪرم ڪري هي ڪوٽ جا چڏ تون قُلف پَڃين
ڪير پيئان آئون ڪٽ تي ويهي، وَرَ پنهنجي سان شال وڃين
تَڪ هَٽِين تُنهنجي ٿانَون کي، شل ٿانوَ ڏسان ٿر وارن جو

***

سُٺي سومرا چڊ نہ هي سَگ ٽيڻ جو
اسان وٽ رواج آ نہ پئي کي ڏيڻ جو

تنهنجي محل ماڙين تي مارو مَٽيان جو
پنهنجي گهوٽ جو شان هٿ سين گهٽيان ڇو
اباڻن جي عزت لکن تي لَٽيان ڇو
اسان کي بہ حق آ اي جابر جيئڻ جو

توکان طعام طلبي نہ ڏاتڻ تي ڏيندس
جهڙي آئي آهيان تهڙي موٽي ويندس
متان خوش ٿيئن ڪو تنهنجو ڪاڄ ڪيندس
عمرڪوٽ ۾ ڪو امر نہ ڪيئڻ جو

منهنجو پنهنجي ماروءَ سان مڱڻو ٿيل آ
تنهنجي مَت موڳا الائي ڇو ويل آ
اها ئي پاڪ پوتي مَٽي تي پيل آ
نہ "حافظ" اٿئي حق نياڻيون نيڻ جو

***

سنگھارن جي صفت مُون وٽ سچو ڏينهن سومرا هوندي
پري ڪر مشڪ هي پنهنجو، ڏنارڻ هِت نہ مُنهن ڏوئيندي

جبر جا ڏينهن هِت جالي، ويندس آزاد ٿي اوڏانهن
مُنهنجو ٿَئي ماروي نالو، نہ ميري اک تون ڪَڻ مُون ڏانهن
هتي ڪَر سومريون هٿ ۾ مُنهنجو حق ٿَئي ويٺو هوڏانهن
پَرائِي مگ جيڪا پاڳل، سا تُنهنجي پَيش ڪِيئن پوندي

اسين پينگهن پلنگن تي نہ پاليل آهيون پنهواريون
سونهي پَٽ تي جا پنهنجن سان ڏٺي سا ڪيئن ڪندي ڏاريون
ويهان بنگلن ۾ آئون، بنجي ڪري ٿر ڇايون سڀ ڪاريون
ڪَريان ڪِيئن سگ هِتي سَيرو هُتي سيڪا سَتي رُوندي

وڃان ٿي وَرَ پنهنجي ڏانهن، وڳا هي ويس پنهنجا ڪَڻ
اِهي سينگار سُرهاڻيون سدا وَڃي سومرين کي هَڻ
آئون پنهنجي پرائي جي ڪريان هن قيد ۾ پئي ڳڻ
ڪَندِي ”حافظ“ سان حق حاصل، جيڪا سَچُ سيج تي چوندِي

# طالبُو مُلان

مون زندگيءَ جي موڙ جو هر ذائقو چکيو آ
آهيان ڪُوڙ کان آئون قاصر مون سچ چوڻ سکيو آ

ڪو ڪامريڊ چئي ۽ ڪو ديندار دهريو
مُلون ته لٽ ڪٽي آ مذهب جي پويان پَهرو
انڌو ڪيئن حق ڏسي هو ڳڙ کائي آهي ڳهريو
ڏاڙهيءَ کي رات ڏينهن جنهن ماڻهوءَ جو رت مکيو آ

ويساهه واري وَائِي مون کي وارڻي آ
پنهنجو هُجي پرايو ته به ڳالهه پارڻي آ
همت سان هاڻي هن هنڌ حياتي گهارڻ آ
دوزخ جي باهه کان وڌ منهنجو بدن بُکيو آ

مُلون ۽ شيخ مرشد مون لئہ ٽئي ٽاندو
ان جا ڪيئن پيٽ پريان منهنجو ٿو وڃي آندو
اولاد ۽ زال آهي ويٺو نه آهيان وانديو
روزي ته رب ڏيندڙ ليکو پيو لِکيو آ
***

مهند بہ مسلمان هُيس ۽ اڄ بہ مسلمان آهيان
مُلان تنهنجي جُڙتو مُنهن لئہ ڪندبو ۽ ڪو ڳانءُ آهيان

ارادو ئي منهنجو ناهي تُنهنجي آڏو آڻ مڃان
جنهن ڪان سارو ڏيهہ ڏڪي آئون تنهن کي ويجهو ڪِيئن وڃان
توبہ زاري زرهہ مُنهنجي تُنهنجو ضد تي زور اجان
ڪن ڏئي چڏ ٻُڌ ڪافر ناهيان ٻوليندو ٻليدان آهيان

اڄ جي آدم اَن لئہ آتو، تون پيو بهشت جُون ٻَاسون ٻَاسين
ايڏي اوکي مون لئہ ناهي آخر اتي اڳ بہ هُئاسين
سُک ٻُڌيو پيو سِڪ رَکين نہ تہ اهڙا سولا ٻيا نہ سُئاسَين
هڪ خطا تي کسجيو وڃي، آخر تہ آئون اِنسان آهيان

مون کي پنهنجي مُنهن چڏي ڏي، موڪل تون پل پنهنجا مريد
تنهنجو منهنجو هڪڙو خالق تہ بہ ڪرين منهنجو خون خريد
منهنجي هِينئين ۾ هڪڙي آيت حل ٿي ويئي حَبل الوريد
جيڪو تنهنجي دل ۾ ناهي آئون سو ايمان آهيان

ٻاڳيلو ٿيس تُنهنجي ٻَرِ، ڪان باقي سڀ کي ٻاءُ ڪيم
تنهنجي دين ڪان ڏور رهي، ڏِسُ دين جو ڪيڏو دفاع ڪيم
جيڪو ڏسڻ ۾ توکي نہ آيو ساجهر اُت سماءُ ڪيم
هُوئي حسد ڪير ”حافظ“ سان باقي پڙهندو تہ آئون قرآن آهيان

***

وڏا وات ڦاڙيو مون سان وڙهڻ اَچين
ڪايو مُوئن جون مانيون مُلان تون ٿو مَچين

نَڪو عشق جو تو ڪو عذاب ڏِٺو
نَڪو سُوريءَ جو تو ثواب ڏِٺو
نَڪو نينهن وارن جو نواب ڏِٺو
رڳو پاڻ مرادو پيو پَر ۾ پَچين

من برهُ سندي ڪا بُوند لَڳِئِي
هن عشق منجهان آخوند لڳئي
ذَري حُسن منجهان ڪُجهہ هُوند لڳئي
تہ پوءِ نينهن وارن اڳيان ڪِئين تو نَچين

ٻيا ورق سيئي تون وساري ڇَڏ
اڪر عشق وارو تون اتاري ڇَڏ
وفي انفوسيڪُم مَن ماري ڇَڏ
ڏِس رمز رنديءَ ۾ ڪيئن ٿو رَچين

ڇڏ "حافظ" سان تون هوڏ هينئر
اَچي عشق وارن جو ڏِسُ تون اندر
ويهو مسجد ۾ ڪرين ڪيڏا مَڪر
پوءِ يَت ڪي وجو تو ڪِئين پِچين

***

اوهان جو طريقو آهي طالباني
اسان جو طريقو آهي مسلماني

اسان وٽ مُحبت محمد جي آهي
اوهان جي محبت ڪنهن ٻئي جو ٻُڌائي
اوهان وٽ ته مسجد به محفوظ ناهي
اسان وٽ ته مندر جي آ نِگهباني

اوهان ۾ ته شدت پسندي آهي شامل
اسان ۾ ته محبت بندي آهي شامل
اوهان ۾ ته سياست گندي آهي شامل
اسان ۾ نه اهڙي آهي پهلواني

اوهان ڪوڙ کي آ پَٽڪو ٻَڌايو
اسان سچ جو آهي سندرو ڇِڪايو
اوهين حق کان مُنهن ٿا "حافظ" لِڪايو
اسان ان جي ڪِيئي مدد مالي جانِي

***

# مجازي عشق

محبت منهنجي ماني آ محبت منهنجو پاڻي آ
اهو آ ڏس پتو منهنجو اها منهنجي ڪهاڻي آ

محبت ذات آ منهنجي محبت منهنجو نالو آ
محبت ۾ جا دل ڦاٽي نہ ڪڏهن سا وڪاڻي آ

محبت ڪان سواءِ انسان شيطاني ڪمن جو آ
محبت آ ملي جنهن کي انهيءَ جي اک نِماڻي آ

محبت صالحن جي وصف ۾ شامل آهي سائين
محبت جي ڪري ايمان واري تي مهاڻي آ

محبت ڪٿ ڪِئو معراج دنيا جي اکين آڏو
اهو ئي آخري دنگ آ اِتي "حافظ" پُڄاڻي آ

***

روش اوهان جي صفا رُکي آ
اسان جي دلڙي بنهه ڏکي آ

تتا نهاريو اوهان جي نيت
اوهان جي اک شت اڃي ئي سُکي آ

خدا ڪري ڪا نظر نه لڳنئي
لڳي هي ڳڻتي مون کي ڏکي آ

اسان جي بيهڪ اوهان برابر
اها نه عرضي اسان لکي آ

اوهان ڏي "حافظ" نهاريو جنهن پي
چوي تو هي مُنهن ئي بس مُکي آ

***

تنهنجي منهن ڏسڻ جو گهڻو معاوضو آ
توکي هٿ ڏيڻ جو گهڻو معاوضو آ

ادا تُنهنجي ڏسندي اسين پياسين ڏنگجي
تنهنجي ان ڏنگڻ جو گهڻو معاوضو آ

اڃان ويجهو تنهنجي ته چا مُلهه وٺندي
پري کان پسڻ جو گهڻو معاوضو آ

جدا ٿي رهين ته به تنهنجي مرضي جاني
باقي گڏ رهڻ جو گهڻو معاوضو آ

توتي شعر لکندس ته چا لاڳ ڏيندين
خبر ٿئي لکڻ جو گهڻو معاوضو آ

تون"حافظ" جي اڳيان به جنهن دم هلين ٿو
انهي دم هلڻ جو گهڻو معاوضو آ

***

اسانجي پهچ کان پيارا اوهانجو پيار اڳتي آ
سپاهي جي تہ قد بت کان سپهہ سالار اڳتي آ

تنهنجي درشن جو مون دلبر اکين کي آسرو آڇيو
مگر هن ديد منهنجي کان تنهنجو ديدار اڳتي آ

نهوڙي نيڻ ٻئي چڏئي نشو اهڙو ڏنئي نرمل
منهنجي نهار تو ۾ آ، تنهنجي نهار اڳتي آ

ادب جا هٿ ٻڌي آءُ اچان تنهنجي اڳيان جاني
منهنجي اقرار ان کان ئي تنهنجو انڪار اڳتي آ

بچين شل تون ڀلي پيو وس جتي چاهين انهي جوءِ ۾
چڏي "حافظ" کي هڪ هنڌ تنهنجي هاڪار اڳتي آ

***

نقاب ۾ به سرنگون اسين نہ ٿا سهي سَگهُون
اکين جو تِئي تو الميو، تڏهن تہ شعر ٿا لِکُونَ

آهين تون اَمن جو پکي، تنهنجي سونهن تي سَکي
ٽڪي پيس لِکي لِکي، توتي تہ کهڙو نانءُ رکون

مون کي تہ ننڊ جاڳ ۾، وَٽِين حياءُ جي واڳ ۾
ڳائين ٿو هر ڪنهن راڳ ۾، الا ڪري تہ شل اگهون

مِلين تہ حج ٿِئي اَڪبري، کِلين تہ بہ ٿئي برتري
هَجئين تون شل هري ڀَري، پئي "حافظن" جون سَهِين هُجُون

***

# شخصيت

هڪ آديسي هت يار هُيو
مون ڪالهہ ڏٺو اڄ ڪيڏانهن ويو

هر ماڻهو سان ٿي مير مليو
ڀيو روئيندو ڏسي هو ڪونہ کليو
هو مورڙيو هو هُن مَڇَ جهليو
ڀيا ڀُلجي ويا هو ڪونہ ڀُليو
جنهن جو نظريو جيئو ۽ جيئڻ ڏيو

جو ڦُورن ٿي فريادي هو
مهراڻ جي پُوري وادي هو
انسان ٿيڻ تي عادي هو
۽ ايرن جي آزادي هو
ڀيا پاڻ جيئا هي ڀين لئہ جيئو

هو ڌرتي جو جرنيل چوان
يا رڻ ۾ ڪو رابيل چوان
هو قيدي چوان يا جيل چوان
هو ويل ڪندڙن لئہ ويل چوان
هر وڍيل جو هو ويچ هو

هو گنگا جمنا جهڙو هو
۽ منهنجي تمنا جهڙو هو
۽ منهنجي ادنيٰ لئہ هڪ جهڙو هو
هو مرڙس تہ معنيٰ جهڙو هو
پر ”حافظ“ ڪان ڪسي وقت ويو

***

# عورت

شرميلي ادا جو ٻہ شرف تو کي مليو آ
مخلوق خدا جي مان ظرف توکي مليو آ
هت حسن آخري جو حرف تو کي مليو آ
پوءِ ٻہ زمانو تو کي پٽڙ پيو ڪٽائي
بدماش مچون وٽيو پيو پاڻ وٽائي

تنهنجي ئي نهارڻ تي ڪئين شهباز جُهڪن ٿا
تنهنجي ئي اشاري تي ڪئين اردڙا ٻہ ڪُسن ٿا
تون جنهن کان رُسين تنهن کان ملائڪ ٻہ رُسن ٿا
الله جي تون اهڙي ڏنل آهين امانت
دنيا ۾ منهنجي اچڻ جي تون آهين ضمانت

پينگهي کان وٺي قبر تائين پيار تو ڏنو
مون جيڪي گهريو سو آهي وهنوار تو ڏنو
سيني مان ڪڍي کير ٿي صد بار تو ڏنو
آڏي جو اٿي تو ٿي ڪئي منهنجي عبادت
تنهنجي تہ محبت ۾ نہ هئي ڪا ٻہ ملاوت

منهنجي تہ روئڻ تي تو پنهنجي ننڊ ڦٽائي
منهنجو تہ کلڻ چڻ هو تنهنجي ڪُل خدائي
ان ڳالهہ جي ملڪن ٻہ ڏني آهي گواهي
”حافظ“ جي رنو ٿي تہ ڦٽي تنهنجي ٿي راحت
واهہ منهنجي امان منهنجي امان تنهنجي محبت

***

هو لُڙڪ تہ ڏس لاهياريءَ جا
ٻَڌل ٻار آهن ٻانهياريءَ جا

هي رئيس وڏي ڪي روزي ڏي
هي ماءُ ۽ پيءُ ڪي پيرئين پئي
هي ڪنڌ جهڪيل ڪنهن ڪي ڪجهہ نہ چئي
تون ڪم تہ ڏِسُ ڪنڌاريءَ جا

هي مون ڪي هٿ ۾ ماني ڏي
ڄَڻين جوڌا پٽ هي جاني ڏي
مون ڪي نانو ڏاڏو ناني ڏي
مون تي ننگ تہ ڏس هُن ناريءَ جا

هي سانئڻ کهڙي سُر ۾ لِڪان
هر گيت غزل جي گُر ۾ لڪان
جا دوکو نہ ڏي تنهن ڌر ۾ لڪان
کهڙا ٻاجهہ لِڪان ٻَلهاڙيءَ جا

هي يُون تي هر هڪ شيءَ کان ٻَلِي
هي ماءُ جي روپ ۾ مون کي مِلي
جيئن "حافظ" چئي هي تئين هَلِي
تون وڙ تہ ڏس ويچاريءَ جا

***

نبي ۽ ولي جنهن جا نيپاج آهن
تِنين کي ڏنا سُور سماج آهن

هي حوا جي پوٽي هو آدم جو پوٽو
ٻنهي ۾ ٻُڌا ڪنهن جي خانو آ ڪوٽو
فڪر ۾ آ ڦاپي فضيلت ۾ ڦوٽو
اهڙا راڄ وارن جا رواج آهن

جا جنت مان جورو ڏڪي آئي ڏولڻ
انهي جي تہ عصمت تي بازار کولڻ
اهڙي پاڪ پردي کي رستي ۾ رولڻ
ملائڪ بہ جنهن وٽ ٿيا محتاج آهن

هي عورت نہ چئو پر عبارت ڪا آهي
هي اونچي شهر جي عمارت ڪا آهي
هي ڪافي غزل يَا ڳجهارت ڪا آهي
هي جنهن کي ملي تنهن لئہ معراج آهي

انهي جي ئي ڪُک مان ڪئين ڪامل بہ نڪتا
عنايت، ڀٽائي ۽ فاضل بہ نڪتا
گهڻا قوم جا هن مان قاتل بہ نڪتا
ڇٽي هن ڏنا راءِ ڏياچ آهن

جي مون کان پڇو هن جي پوڄا آ جائز
هي ئي آهي مصلو هي ئي آهي واعظ
هي فرقان جي هر عهدي تي آهي فائز
هي "حافظ" جي آنهن جو علاج آهن

***

# انسان

هتي شمع پتنگ جو شان آهيان
پر آيو تي انسان آهيان

ڪڏهن مُلهه مهانگو مير آهيان
ڪڏهن تاڙيندڙ جو تير آهيان
ڪڏهن ورنه پاڻ وزير آهيان
ڪڏهن خاڪ مٽي جو خمير آهيان
ڪڏهن ڪشتي ۽ طوفان آهيان

ڇا تو ڪي چوان مون ڇا ڏٺو
هر جاءِ منهنجو ماڳ مُٺو
جي پاڪ آهيان ته به پيٽ ڪُٺو
اڄ مون تي وري پيو واءُ وٺو
اڳ ڪاڏي منهنجي بهشت ڪُٺو
آئون اهڙو آدم خان آهيان

ڪهڙي جاءِ پڌاءُ آئون ڪُوڪ ڪريان
ڪٿان بار بغاوت جو آئون پريان
مون ڪي پنهنجن پيڙهيو اوريان پريان
ڇو ڏينهن ٽئي تيسين ڏک ڏريان
آئون اونده ۾ تو ڏيان ڏريان
مون ڪي تاڻ ته تير ڪمان آهيان

جي ٻانهون ٻڌان جي ٻانگ ڏيان
تہ پوءِ روزانو ڪنهن جو رت پيئان
تون ويڙهہ ڦٽي ڪر مون سان ميان
کهڙي پڳ ٻَڌي آئون پاڪ ٿيان
جيڪي جام پيئن آئون تن سان جيئان
اهڙو ياڳ وارو پڳوان آهيان

اڳ ريبي ٻي ٿي راند ڪَٽِي
مون هاڻي آهي اک پٽي
چو ويهي رهان آئون اڳ وٺي
مون ڇُهڙا تنهنجي چال ڏٺي
پڪ هاڻي تنهنجي راند هَٽي
اڄ نُصرت جو نشان آهيان

منهنجي نالي وارو نيڪ اَٿئي
جنهن کي سهڻا سڀ جو سيڪ اَٿئي
ٻُڌ مون کي ان جي ٽيڪ اَٿئي
جو لاکون ۾ ٿيو اِيڪ اَٿئي
اِهو "حافظ محمد" هيڪ اَٿئي
جنهن جو محشر ۾ مهمان آهيان

***

# التجا

نہ مون لئہ دوائون نہ مون لئہ دعائون
دنيا جا ڏٺي ڏس ڪٿي ويهان آئون

هِي ڏرتي تہ ڪنهن لاءِ دوزخ ڇڏيل آ
۽ ڪنهن لاءِ جنت جهڙو گهر اڏيل آ
اِهو تنهنجو انصاف ڪهڙو گڏيل آ
نہ مرندي ڏسين ٿو اسان جون امائون

ڪلي عام مون کي چون ٿا هو چريو
تڏهن رت منهنجيءَ ۾ پارڻ آهي پريو
ڏهہ دنيا ۽ ستر تو آخر نہ پريو
اِهو سچ آهي يا آهين ڏند ڪٿائون

هتي ڪنهن بہ سرجن کي ڪو سُور ناهي
ڪيو لوح محفوظ منظور ناهي
ڪِئين دولت وندي لاءِ هي دستور ناهي
اسان تي تہ تنهنجون ڪڏن پيون قضائون

***

آئون استغفرالله جي عادت تي آهيان
نہ مون وٽ ثمر آ نڪو سينو ساهيان

ڪريمہ بہ بخشاءِ برحال مان
ڪريان رات ڏينهن پيو اهو سوال مان
نہ ڀي ڪا ڪريان ٿو ڪڏهن ڳالھ مان
اهو عرض ڪريان نہ ڀي حُج هلايان

وسيلو منهنجو آ محمد جو نالو
جنهن جي صدقي لاٿئي ڪِنن تان ڪشالو
آندو نُور جنهن جي آ جڳ ۾ اجالو
جنهن جو واسطو ڏئي پلو ويٺو پايان

اجايا ٿم عيب ڍڪجئين تون ڍولڻ
ڪريو رحم مون تي جهلي ٿم هي جهولڻ
ٻُڌان توکان معافي جو ڪو ٻول ٻولڻ
پڙهي زمر زحرف نہ ٿو آس لاهيان

ڪجئين تون ئي ”حافظ“ جي سولي ڪا سائين
مڙئي مشڪلون منهنجون مالڪ تون لاهين
هميشہ تون هوندئين هميشہ تون آهين
تون خالق آهين آئون مخلوق آهيان

***